# آدابُ المُريدين






امام العارفين

حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره

(۱۲۳۴ھ ۱۱۷۱)



ناشر

سڪندريه پبليڪيشنز

جامعه راشديه. درگاهه حضرت پير سائين پاڳاره

۱۴۲۸ھ / 2007

# آدابُ المُرِيدِين

تاليف

امام العارفين

حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره

(۱۲۳۴ھ/ 1171)

ترجمو، ترتيب، تحقيق

حافظ محمد يوسف پنيرو سڪندري

ناشر

سڪندريه پبلي ڪيشنز

جامعه راشديه - درگاھ مبارڪ - حضرت پير سائين پاڳاره

۱۴۲۸ھ/ 2007ع

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | آدابُ المُريدين |
| تاليف | : | حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره |
| ترجمو ۽ ترتيب | : | حافظ محمد يوسف پنهور سڪندري |
| پهرين اشاعت | : | ٢٧ رجب المرجب ١٤٢٧هه / 11 آگسٽ 2007ع |
| هديو | : | 90 روپيا |
| ناشر | : | سڪندريه پبليڪيشنز - درگاهه مبارڪ پير سائين پاڳاره |

## خاص تعاون

هن ڪتاب جي اشاعت ۾ جناب الحاج وڏل فقير مڱريو صاحب پنهنجي زوجه مرحومه حاجياڻي جي ايصال ثواب لاءِ ۽ سندن فرزندن جناب فقير حاجي محمد جادم مڱريو صاحب (صوبائي صلاحڪار لائيو اسٽاڪ اينڊ فشريز) فقير حاجي محمد بچل مڱريو، حاجي محمد عالم مڱريو، حاجي محمد معروف مڱريو، فقير حاجي خضر حيات مڱريو ۽ فقير حاجي علي بخش مڱريو (ناظم ڏوروناڙو) پنهنجي والده ماجده جي ايصال ثواب لاءِ خصوصي تعاون ڪيو آهي. باري تعاليٰ ڪين دين ۽ دنيا جون برڪتون عطا فرمائي. (آمين)

## ملڻ جا هنڌ

- جامعه راشديه درگاهه حضرت پير سائين پاڳارا
- دفتر جمعيت علماءِ سڪندريه پير جو ڳوٺ
- مدرسه صبغة الهديٰ شاهپورچاڪر
- رهبر روضي ڌڻي مسجد علي پيلس چوڪ قاسم آباد
- مدرسه صبغة الانوار، مين روڊ عمر ڪوٽ

## انتساب

آئون پنهنجي هيءَ محنت، عارف باالله حضرت خليفي محمود فقير نظاماڻي قدس سره جن ڏانهن منسوب ڪيان ٿو. جنهن حضرت روضي ڌڻي قدس سره جن جي زباني ۽ قلمي شهپارن ڪي سهيڙي، پنهنجي مرشد جي جماعت تي نه لاهڻ جهڙو احسان ڪيو!



سيوا ڪَرِ سمنڊَ جِي، جِتِ جَرُ وَهي تو جالَ،

سَهسِين وَهَنِ سِيرَ ۾، ماڻِڪَ، موتي، لال،

جي ماسو مِلَئِي مال، تہ پُوڄارا پُرِ تيين.

# شجره نسب شريف

## خاندان پيران پاڳاره دامت فيوضهم

سيدالانبياء والمرسلين خاتم النبيين
رحمة اللعالمين حضرت سيدنا محمد
مصطفيٰ ﷺ
بنت
خاتون جنت حضرت سيده فاطمة
الزهراء رضي الله عنها
فرزند
شهيد كربلا حضرت سيدنا امام
حسين رضي الله عنه
فرزند
حضرت سيدنا امام زين العابدين
رضي الله عنه
فرزند
حضرت سيدنا امام محمد باقر رضي
الله عنه
فرزند
حضرت سيدنا امام جعفر صادق
رضي الله عنه
فرزند
حضرت سيدنا امام موسيٰ كاظم
رضي الله عنه
فرزند
حضرت سيدنا امام علي رضا
رضي الله عنه
فرزند
سيد حسين شاهه قدس سره
فرزند
سيد عبدالله شاهه قدس سره
فرزند

سيد حمزه شاهه قدس سره
فرزند
سيد عمر شاهه قدس سره
فرزند
سيد اسدالله شاهه قدس سره
فرزند
سيد زيد شاهه قدس سره
فرزند
سيد عباس شاهه قدس سره
فرزند
سيد علي مكي لكياري قدس سره
فرزند
سيد چكن شاهه لكياري قدس سره
فرزند
سيد حسين شاهه لكياري قدس سره
فرزند
سيد محمد شاهه المعروف حضرت
شاهه
صدرالدين لكياري (لكي شاهه صدر
نزد سيوهڻ) قدس سره العزيز
فرزند
سيد محمود شاهه قدس سره
فرزند
سيد بهاء الدين شاهه قدس سره
فرزند
سيد شهاب الدين شاهه قدس سره
فرزند
سيد فضل الله شاهه قدس سره
فرزند

سيد عباس شاھ قدس سره
فرزند
سيد ناصرالدين شاھ قدس سره
فرزند
سيد مير علي شاھ قدس سره
فرزند
سيد حسين شاھ قدس سره
فرزند
سيد بولڻ شاھ قدس سره
فرزند
سيد سنجر شاھ قدس سره
فرزند
سيد ڪٽڻ شاھ قدس سره
فرزند
سيد محمد عثمان شاھ قدس سره
فرزند
سيد شڪرالله شاھ قدس سره
فرزند
سيد فتح محمد شاھ سره
فرزند
حضرت سيد محمد امام شاھ
لڪياري قدس سره
فرزند
شمس العارفين حضرت پير سائين
سيد محمد بقا شاھ شهيد لقب پٽ
ڌڻي قدس سره
فرزند
امام العارفين، مجدد العصر حضرت
پير سائين سيد محمد راشد لقب
روضي ڌڻي قدس سره
فرزند
خليفة الله حضرت پير سائين سيد
صبغت الله شاھ اول "پهريون پير
پاڳارو" لقب تجر ڌڻي قدس سره
فرزند
زبدة الواصلين حضرت پير سائين
سيد علي گوهر شاھ اول اصغر
سائين،
لقب بنگلي ڌڻي قدس سره
فرزند
فخرالعاشقين حضرت پير سائين سيد
حزب الله شاھ "مسڪين" لقب تخت
ڌڻي قدس سره
فرزندان
(پهريون فرزند حضرت پير سائين سيد
علي گوهر شاھ ثاني لقب محافي
ڌڻي "چوٿون پير پاڳارو" قدس سره
سندس وصال بعد سندن ڀاءُ پير سائين
شاھ مردان شاھ اول ڪوٽ ڌڻي،
پنجون پير پاڳارو بڻيو)
عمدة العلماء حضرت پير سائين سيد
شاھ مردان شاھ اول لقب ڪوٽ ڌڻي
قدس سره
فرزند
شهيد حق و صداقت
حضرت پير سائين سيد
محمد صبغت الله شاھ ثاني لقب
پڳ ڌڻي، سورهيه بادشاھ شهيد
قدس سره
فرزند
محسن ملڪ وملت مرشدنا اعليٰ
حضرت
سيد سڪندر علي شاھ عرف شاھ
مردان شاھ ثاني لقب ڇٽ ڌڻي
موجوده
ستون پير سائين پاڳارو دام اقباله

# فهرست


| نمبر | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| 1. | پنهنجي پاران | 11 |
| 2. | ادب ۽ آداب جي معنيٰ ۽ مفهوم | 15 |
| 3. | ادب بابت صوفياءِ ڪرام جا ارشادات | 18 |
| 4. | دين اسلام ۾ آدابن جي اهميت | 22 |
| 5. | بارگاهہ الاهي جا آداب | 27 |
| 6. | دربار رسالت جا آداب | 37 |
| 7. | مرشد جي دربار جا آداب | 47 |
| 8. | تصوف جي ڪتابن ۾ مريدن جا آداب | 54 |
| 9. | ڪتاب اللمع | 56 |
| 10. | الرسالہ القشيريہ | 56 |
| 11. | غنية الطالبين | 57 |
| 12. | عوارف المعارف | 60 |
| 13. | فتوحات مڪيہ | 62 |
| 14. | مرصاد العباد | 63 |
| 15. | خاتم آداب المريدين | 65 |
| 16. | ملفوظات عبيدالله احرار | 67 |
| 17. | الانوار القدسيہ | 69 |
| 18. | مڪتوبات صدي | 72 |
| 19. | نصيحة المريد | 72 |
| 20. | طريق الارشاد | 73 |
| 21. | مجمع الفيوضات | 73 |
| 22. | آداب المريدين نالي سان ڪتاب | 74 |
| 23. | رسالہ "آداب المريدين" (سنڌي) | 79 |
| 24. | رسالہ "آداب المريدين" (فارسي) | 93 |
| 25. | تعليقات | 103 |

| | | |
|---|---|---|
| .26 | معرفت الاهي | 105 |
| .27 | راهِ سلوڪ | 108 |
| .28 | مُريد ۽ مُراد | 108 |
| .29 | مُراد ۽ اويسي طريقو | 112 |
| .30 | مسئلہ خلقِ قرآن | 113 |
| .31 | افعال خارقہ | 115 |
| .32 | اجتهاد | 118 |
| .33 | سيبويہ | 119 |


☆☆☆

بسم الله الرحمن الرحيم

# پنهنجي پاران

اسلام جي آمد کان وٺي، سونهاري سنڌ جي حصي ۾ هميشه هڪ منفرد علمي ۽ روحاني پالوٽ ايندي رهي آهي، سنڌ جي عالمن ۽ مشائخن جو وڏو انگ هر دور ۾ مختلف علمي، عملي، ادبي، روحاني ۽ عرفاني ميدانن ۾ عَجم جي بين علائقن کان اوچي ڳاٽ رهيو. ۽ اسان جو عهد رفته. عهدِ روان جي ڀيٽ ۾ گهڻو مانائتو ۽ شاندار پڻ رهيو آهي. انهيءَ شاندار ماضيءَ سان سينگاريل سنڌ جي هڪ ناياب گوهر، مهديءَ زمان، حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره (1234ھ 1171) جن جو اسم شريف ڪنهن تعارف جو محتاج ناهي. اهو دور يا سندن کان فقط اڌ صديءَ اڳ وارو دور، سنڌ جي تاريخ جو هڪ روشن ۽ بي مثال دور هيو، جنهن ۾ چوٽيءَ جا عالم، تصوف، عرفان ۽ روحانيت جا صاحب، خانقاهون، ديني مدرسا ۽ عظيم ڪتب خانا هيا ته تصنيف ۽ تاليف جي حوالي سان به سنڌ جي عالمن ۽ اديبن جو اوج ۽ عروج هو!

حضرت روضي ڌڻي قدس سره جن به هڪ پاسي عرفان ۽ ولايت جو سج ٿي اُڀريو ته ٻئي پاسي علم ۽ ڄاڻ جو چنڊ ٿي نڪتو! عرفاني اعتبار سان پاڻ سنڌ، هند ۽ بلوچستان ۾ جيڪا ذڪر فڪر ۽ سُنت جي احياءِ جي خدمت ڪيائون، ان جو مثال نٿو ملي! سندن رُشد ۽ هدايت جي شمع ايڏي ته روشن ٿي، جو لکين طالبن ۽ اجايلن عرفاني آب مان پنهنجي اُڃَ اجهائي ۽ پاڻ انهيءَ عرفان ۽ ذڪر فڪر جي تحريڪ دوران پنهنجي اخلاق حسنه ۽ نگاه فيض اثر سان هزارين اهڙيون هستيون پيدا ڪيائون، جن جي پويان به لکين ماڻهو واصل باالله ٿيا. جيئن سندن خليفن ۾ حضرت پير سائين تجر ڌڻي، حضرت سيد محمد ياسين شاه، خليفي محمود فقير نظاماڻي، خليفي محمد حسين مهيسر، خليفي محمد حسن

شاهه سوئي شريف، خليفي نبي بخش لغاري، خليفي سارنگ فقير ڪلهوڙي، خليفي سيد جان محمد شاهه، خليفي سعيد خان ماباٽي، خليفي قاضي عبدالرحمان نصرپوري، خليفي لقمان فقير ڪوڪر، جهڙين انمول هستين جو مثال اسان جي آڏو آهي. پير سائين روضي وارن جو وجود مسعود، سنڌ ۽ هند جي مسلمانن لاءِ علم ۽ عرفان ۾ ترقي جو ذريعو رهيو آهي، سندن سوانح حيات مان صاف ظاهر آهي ته، پاڻ پنهنجي زندگي مبارڪ جا ٽي حصا خلقِ خداوندي جي اصلاح ۽ هدايت لاءِ سفر ۾ گذاريائون، ۽ باقي هڪ حصي ۾ به خانقاهه عاليه تي رُشد ۽ هدايت جي ونڊ ورهائڻ سان گڏوگڏ تصنيف ۽ تاليف جي شُغل لطيف ۾ مشغول رهيا! سندن تصنيفات ۾ پهريون ڪتاب "الجامع الجوامع" آهي، فارسي ٻوليءَ جي اها شاهڪار لغت ڇهن ضخيم جلدن تي مشتمل آهي، جنهن جا ٽي ناياب جلد هٿ اچڻ بعد، خانقاهه عاليه جي عالمن طرفان ان جي ترتيب ۽ تدوين جو ڪم آخري مرحلن ۾ آهي. سندن ٻيو ڪتاب آهي "مڪتوبات شريف!" يعني وقت جي يارهن ڪن جيد عالمن ۽ مشائخن ڏانهن شريعت ۽ طريقت جي دقيق مسئلن بابت سندن لکيل ڇائيتاليهه خطن جو مجموعو! اها مڪتوبات شريف به سنڌي ترجمي ۽ تحقيق سان منظر عام تي اچي چُڪي آهي. ٽيون ڪتاب "شرح اسماءِ الله الحسنيٰ" آهي، جيڪو باري تعاليٰ عزاسمه جي مبارڪ نالن جي (تعلق، تخلق ۽ تعبد جي لحاظ سان) هڪ منفرد عرفاني شرح تي مشتمل آهي، جيڪو پڻ سنڌيءَ ۾ شايع ٿيڻ وارو آهي، ۽ سندن چوٿون ڪتاب "آداب المُريدين" اڄ فضل ايزدي سان پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي!

سنڌ جي ناميارِي قلمڪار محترم غلام رباني آگري صاحب جي لکيل خوبصورت ڪتاب "سنڌ جا بَر بحَر ۽ پهاڙ"، جي مطالعي دوران، حضرت روضي ڌڻي قدس سره جن جي هن ڪتاب "آداب المريدين" بابت اها وضاحت پڙهي، ڏاڍي خوشي ٿي ته ان فارسي رسالي جي قلمي ڪاپي، مولوي فقير عبداللطيف سڪندري، سکر واري وٽ پيل آهي،

بهرحال "جوينده يابنده" جي مصداق، مولوي صاحب موصوف واري قلمي نسخي جي ڦوٽو ڪاپي، سائين قربان علي سڪندري صاحب جي وساطت سان، فقير کي قاسم آباد ۾ موصول ٿي، ۽ ان ئي ڏينهن رسالي جي سنڌي ترجمي جي شروعات ڪيم ۽ هفتي کن ۾ ترجمي پوري ڪرڻ جي سعادت نصيب ٿي.

"آداب المريدين" جو اهو نسخو فقير فتح الرسول بن فتح محمد نظاماڻي (وينل ٽنڊو قيصر نظاماڻي) جي هٿ اکرين لکيل آهي ۽ نقل ڪرڻ جي تاريخ "چوٿين جمادي الثاني تيرهن سوئنوي هجري" ڄاڻايل آهي ۽ رسالي جي پيشاني تي "رسالہ آداب المُريدين از سيد محمد راشد روضہ والہ" جا الفاظ اُڪريل آهن. فقير فتح الرسول هي رسالو ڪهڙي نسخي تان نقل ڪيو آهي، ان جي وضاحت ٿيل ڪانهي! پر اها حقيقت آهي تہ، پير سائين روضي وارن هي رسالو حضرت امام رباني شيخ احمد فاروقي سرهندي قدس سره (1034هہ 971) جن جي ٻن ڪتابن، "مڪتوبات شريف" ۽ "مبدا و معاد" مان چونڊ ڪري لکيو آهي.

غالباً سندن خدمت ۾ ڪنهن مُريد يا معتقد "مُريدن جي آدابن" بابت ڪو رسالو لکڻ جي درخواست ڪئي، ۽ پاڻ امام رباني جي مذڪوره ڪتابن مان استفادو ڪري، هن رسالي جو نالو "آداب المُريدين" تجويز ڪيو هجي، جيئن پاڻ "شرح اسماء الله الحسنيٰ" ڪتاب بہ حضرت شيخ عبدالرزاق ڪاشاني، خواجہ يعقوب چرخي ۽ شاهہ عبدالحق محدث دهلوي قدس سرهم جي ڪتابن مان اخذ ڪري لکيو اٿن!

بهرحال "مُريدن جي آدابن" جي حوالي سان، هن مختصر مگر جامع ترين رسالي ۾ جو ڪجهہ لکيل آهي، تصوف جي سيني آڳاٽن ڪتابن ۾ بہ سلوڪ جي پانڌيئڙن، طريقن جي طالبن ۽ مُريدن لاءِ اهي ساڳيا آداب نظر اچن ٿا، جن جو مختصر ذڪر اسان مقدمي ۾ بيان ڪيو آهي، ۽ پيوتہ هن رسالي ۾ ڪي اهڙا ارشاد، نقل ۽ شعر آيل آهن، جيڪي سندن ملفوظات "مجمع الفيوضات" ۾ بہ ملن ٿا، جن جي وضاحت حاشيہ ۾

ڪئي وئي آهي.

رسالي "آداب المُريدين" جي سنڌيءَ سان گڏوگڏ فارسي مَتن بہ پيش خدمت آهي، ۽ رسالي ۾ آيل ڪجھ ضروري اصطلاحن ۽ مسئلن جي وضاحت ۽ تشريح آخر ۾ ڏني وئي آهي.

نيست آسان ساختن، ڪاري ڪه او مشڪل بود
مِنت ايزد ڪـه بر "مسڪين" چه آسان ڪرده اند

طالب دعا

فقير محمد يوسف پنيرو سڪندري

ٽيپري پنيرا - ڇورڪينٽ - عمرڪوٽ

**ادب ۽ آداب جي معنيٰ ۽ مفهوم:**

"ادب" عربي ٻولي جو وسيع معنائون رکندڙ لفظ آهي، جنهن جو جمع آهي "آداب"! اسلام جي ظهور کان اڳ هي لفظ فقط مهماني، طعام ۽ دسترخوان جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو هو. يعني مهمانن کي طعام جي دعوت ڏيڻ يا دسترخوان تي سڏڻ! عربن وٽ مهمان نوازي کي شروع کان شرافت، مهذب پڻي ۽ سٺن اخلاقن جي نشاني طور ڄاتو ويندو هو. يعني جيڪو جيترو مهمان نواز آهي اهو عام اخلاق، آداب ۽ ڪردار جي حوالي سان ﺑہ اوترو ئي مهذب، شريف ۽ باوقار آهي. دسترخوان کي ﺑہ "مادبہ" ان ڪري چيو ويو، جو اهو گهڻين لذيذ شين سان سينگاريل هوندو آهي. گويا ڪوبہ شخص ايستائين مڪمل ادب حاصل نٿو ڪري سگهي، جيستائين سيئي سهڻا اخلاق ۽ آداب ان ۾ پوري طرح جمع نٿا ڏين، ڇو تہ ادب ظاهر ۽ باطن کي اخلاق حسنہ سان سينگارڻ ۽ نفس کي مهذب بنائڻ جو ئي نالو آهي. ان ڪانسواءِ "ادب" جو لفظ عقلمندي، خوش بياني، شائستگي، سٺي تربيت، نيڪ ڪم جي دعوت ڏيڻ، نفس جي رياضت، مروت، احتياط، دور انديشي، خدمت، خيرخواهي، هر ڳالهہ ۽ هر ڪم درستگي سان ڇوڻ ۽ ڪرڻ، هرشيءِ جي حدن کي سڃاڻڻ ۽ حفاظت ڪرڻ، موقعي، محل ۽ رتبن جو لحاظ رکڻ، ڏوهہ يا غلطي تي سزا ڏيڻ يا تنبيهہ ڪرڻ، عاجزي، انڪساري ۽ نوڙت جو مظهر بڻجي وڃڻ، وڏن جي عزت، تعظيم ۽ احترام ڪرڻ، ننڍن تي شفقت ۽ هڪ جيڏن سان نرمي ۽ محبت وچان پيش اچڻ، سٺي نثر ۽ نظم ۽ خاص طرح سٺن اخلاقن، ساراهيل طور طريقن ۽ نيڪ رسمن ۽ عادتن تي استعمال ٿيندو آهي. (1)

۽ پڻ اهڙو اخلاقي ملڪو، جيڪو انسان کي هرهڪ ناشائستہ ۽ اڻ وڻندڙ

(1) المنجد ص 24/مصباح اللغات ص 29/لغت نامہ علي اڪبر دهخدا ص 1547/فرهنگ آصفيہ ص 129 ج 1/شرح اصطلاحات تصوف ص 126 ج 1/ غياث اللغات فارسي ص 21/ فيروز اللغات ص 77/عربي سنڌي لغت ص 8-9/اشعۃ اللمعات ص 1 ج 4

قول ۽ فعل کان روڪي (2) بهرحال لغت، علم ۽ عرفان جي صاحبن "ادب" ۽ "آداب" بابت ڪيئي معنائون بيان ڪيون آهن:

☆ عربي لغت جو ماهر، ابو منصور محمد بن احمد ازهري متوفي 370هه لکي ٿو ته، "ادب تي اهو نالو ان ڪري پيو، جو هو ماڻهن کي سٺن ۽ ساراهيل ڪمن ڏانهن سڏيندو آهي ۽ خراب، قبيح ڪمن کان روڪيندو آهي. انهن کي ادب ٿو ڏٺي، يعني ڪين دعوت ٿو ڏيئي ۽ ادب جو اصل آهي "سڏڻ يا دعوت ڏيڻ". (3)

☆ شيخ اسماعيل بن حماد الجوهري متوفي 393هه لکي ٿو ته، "ادب مان مراد آهي نفس کي سڌارڻ ۽ سيکارڻ." (4)

☆ علامه ابن اثير جزري متوفي 606هه ۽ علامه ابن منظور متوفي 711هه لکن ٿا ته، "آدب القوم الیٰ طعامه" يعني: "قوم کي طعام جي دعوت ڏنائين ۽ مادبته مان مراد اهو طعام آهي، جيڪو ڪو شخص تيار ڪندو آهي ۽ ماڻهن کي ان ڏانهن دعوت ڏيندو آهي."(5)"سمي ادباً لانه يادب الناس الیٰ المحامد وينهاهم عن المقابح."(6) "ادب" کي اهو نالو ان ڪري ڏنو ويو، جو اهو ماڻهن کي نيڪين ڏانهن سڏيندو آهي ۽ براين کان روڪيندو آهي. (6)

☆ علامه ابن قيم الجوزيه متوفي 751هه لکي ٿو ته، "ٻانهي ۾ سيني ڀلين خصلتن جو گڏ ٿيڻ ادب آهي ۽ ان مان ئي مادبته ورتل آهي ۽ اهو طعام آهي جنهن تي ماڻهو گڏ ٿيندا آهن. پر ادب جي حقيقت آهي: سهڻن اخلاقن کي عمل ۾ آڻڻ."(7)

☆ علامه سيد شريف جرجاني الحنفي متوفي 816هه لکي ٿو ته،

---

(2) تاج العروس ص 12 ج 1
(3) تهذيب اللغة ص 94 ج 1
(4) الصحاح للجوهري ص 86 ج 1
(5) النهايه ص 30 ج 1/لسان العرب ص 94 ج 1
(6) لسان العرب ص 93 ج 1
(7) تهذيب مدارج السالڪين ص 397-398-400

"الادب:عبارة عن معرفة مايحترز به عن جميع انواع الخطا" يعني: "ادب مان مراد اها معرفت آهي، جنهن سان خطا/غلطي جي مڙني قسمن کان پاسو ڪري سگهجي."(8)

☆ علامہ ابن حجر عسقلاني متوفي 852ھ لکي ٿو تہ، "ادب مادبہ مان ورتل آهي ۽ اهو آهي طعام ڏانهن سڏڻ. بعضن ان مان سهڻن اخلاقن جي تعبير ڪئي آهي ۽ اهو بہ قول آهي تہ، پاڻ کان وڏي جي تعظيم ۽ احترام ۽ ننڍي تي نرمي ۽ شفقت ڪرڻ ادب آهي."(9)

☆ علامہ بدر الدين محمود بن احمد عيني متوفي 855ھ لکي ٿو تہ، "جنهن جي قولي ۽ فعلي طور تعريف ڪئي وڃي ان کي عمل ۾ آڻڻ اهو ادب آهي، هڪ قول آهي تہ، مڪارم اخلاق کي حاصل ڪرڻ ادب آهي، ڪنهن شيء کي احسن طريقي سان ڄاڻڻ يا حاصل ڪرڻ ادب آهي."(10)

☆ اهڙي ئي وضاحت علامہ شهاب الدين احمد بن محمد قسطلاني متوفي 923ھ بہ ڪئي آهي. (11)

☆ علامہ عبدالرؤف مناوي متوفي 1031ھ لکي ٿو تہ، "ادب مان مراد آهي، نفس جي رياضت ۽ سهڻا اخلاق ۽ هي لفظ هر ان سٺي ۽ واکاڻيل رياضت تي واقع ٿئي ٿو، جنهن سان انسان ڪنهن فضيلت کي پهچي سگهي. (12)

☆ علامہ سيد محمد مرتضيٰ الزبيدي متوفي 1205ھ لکي ٿو تہ، "اسان جي شيخ بيان ڪيو آهي تہ، ادب اهڙو ملڪو آهي، جيڪو پنهنجي صاحب کي مذمت ڪئي وڃڻ کان محفوظ رکندو آهي ۽ لغت ۾ ادب، سهڻن اخلاقن ۽ عزت وارن ڪمن جو نالو آهي، ابو زيد انصاري فرمايو آهي تہ، ادب جو لفظ هر ان ساراهيل رياضت تي واقع ٿئي ٿو، جنهن سان

---

(8) ڪتاب التعريفات ص 16 (باب الالف)
(9) فتح الباري شرح البخاري ص 328 ج 10
(10) عمده القاري شرح البخاري ص 81 ج 22
(11) ارشاد الساري شرح البخاري ص 3 ج 9
(12) التوقيف علىٰ مهمات التعاريف ص 66

انسان کي فضيلتن مان ڪا فضيلت حاصل ٿئي. باقي عربي علمن تي "ادب" جو اطلاق متاخرين جي اصطلاح آهي.(13)

☆ حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره متوفي 1234هه پنهنجي عظيم فارسي لغت ۾ لکن ٿا ته. ادب (زبر سان) پسند ڪيل طريقي، سمجهه، عقلمندي، مهماني ڪرڻ، مهذب ٿيڻ ۽ هر شيءِ جي حدن جي حفاظت ڪرڻ کي چئبو آهي ۽ چيو ويو آهي ته نفس جي رياضت ۽ سهڻا اخلاق اختيار ڪرڻ ادب آهي ۽ اهو به ته. ادب هر اها سٺي رياضت آهي، جنهن سان انسان فضيلتن مان ڪنهن فضيلت واري رتبي کي پهچي، عربي علمن کي به علم ادب ان ڪري ٿا چون، جو ان ذريعي عرب جي ڪلام ۾ تلفظ ۽ لکت جي اعتبار سان ياڻ کي غلطي کان محفوظ رکبو آهي.(14)

**ادب بابت صُوفياءِ ڪرام جا ارشادات:**

☆ حضرت امام عبدالله بن مبارڪ متوفي 181هه فرمائي ٿو ته. "اسان گهڻي علم جي پيٽ ۾. ٿورڙي ادب جا وڌيڪ محتاج آهيون." (15)

☆ حضرت ابو حامد احمد بن خضرويه بلخي متوفي 240هه فرمائي ٿو ته. "فقيرن جي خدمت ڪرڻ واري کي ٽن شين جي عزت سان مشرف ڪيو ويندو آهي، نوڙت، سهڻي ادب ۽ نفس جي سخاوت سان". (16)

☆ حضرت ابوالحسن سري سقطي متوفي 251هه فرمائين ٿا ته، چار خصلتون پانهي کي بلندي بخشينديون آهن. علم، ادب، امانت ۽ پرهيزگاري ۽ ادب عقل جو ترجمان آهي. تنهنجي زبان تنهنجي قلب جي ترجمان آهي ۽ تنهنجو چهرو تنهنجي قلب جو آئينو آهي، دلين ۾ اندرين احوالن جو اثر چهرن تي ئي ظاهر ٿيندو آهي. (17)

---

(13) تاج العروس ص 12-1

(14) الجامع الجوامع (فارسي) ص 54- باب الالف فصل الباء جلد اول.

(15) الرسالة القشيرية ص 317 (باب الادب) /تهذيب مدارج السالڪين ص 397

(16) طبقات الصوفيه ص 105

(17) طبقات الصوفيه ص 51-52 /حلية الاولياء ص 128 ج 10

☆ حضرت ابو حفص حداد متوفي 261ھ فرمائي ٿو ته. "ظاهري آدابن ۾ سهڻو هجڻ، اهو باطني آدابن ۾ سهڻي هجڻ جو دليل ۽ عنوان آهي." (18)
☆ حضرت ابوبڪر وراق ترمذي متوفي 294ھ فرمائي ٿو ته. "عارف لاءِ ادب ائين ضروري آهي، جيئن خطاڪار لاءِ توبه". (19)
☆ امام ابوالحسين احمد بن محمد نوري متوفي 295ھ فرمائي ٿو ته. "تصوف علمن ۽ رسمن جو نالو ناهي، بلڪ آدابن ۽ اخلاقن جو نالو آهي". (20)
☆ امام ابوعلي روdباري متوفي 323ھ فرمائي ٿو ته. "بانهو اطاعت جي ذريعي جنت تائين پهچندو آهي ۽ اطاعت ۾ ادب جي وسيلي الله تعاليٰ تائين پهچندو آهي". (21)
☆ امام ابو الحسين بن هند الفارسي جو فرمان آهي ته. "سڀني احوالن ۽ افعالن ۾ ادب کي لازم ڪري وٺ،اهو سڀني نيڪين ۽ ڀلاين جو بنياد آهي". (22)
☆ امام ابوالخير الاقطع متوفي 341ھ فرمائي ٿو ته. ڪوبه شخص جيڪڏهن عزت ۽ شرف واري رتبي کي پهتو آهي ته، ادب کي لازم ڪري وٺڻ، فرضن جي ادائيگي، صالح بانهن جي محبت ۽ صحبت ۽ سچن فقيرن جي خدمت ذريعي ئي پهتو آهي. (23)
☆ امام ابوالقاسم قشيري متوفي 465ھ ۽ حضرت سيد علي بن عثمان هجويري عرف داتا گنج بخش متوفي 465ھ پنهنجي ڪتابن ۾ حضرت امام ابونصر سراج طوسي متوفي 378ھ جو هي ارشاد نقل ڪيو آهي ته. "ادب جي حوالي سان ماڻهن جا ٽي طبقا آهن: هڪڙا دنيا وارا، جن

(18) حلية الاولياء ص 245 ج 10
(19) طبقات الصوفيه ص 225
(20) طبقات الصوفيه ص 167
(21) الرسالة القشيريه ص 316 / نزهة المجالس ص 364 ج 1
(22) طبقات الصوفيه ص 400
(23) حلية الاولياء ص 407 ج 10

وڻ فصاحت، بلاغت، علمن ۽ فنن جي تحقيق، بادشاهن جا داستان (مختلف شاعرن جا سنا شعر علمي شيون، شاهي شجرا) ۽ عربي ٻولي جا شعرياد ڪرڻ "ادب" ۾ اچي وڃن ٿا. ٻيا دين وارا، جن وٽ نفس کي مهذب بنائڻ، رياضت ۽ مجاهدي جي عادت، جسماني عضون جي ادب ۽ سنن طور طريقن جي سکيا، شرعي حدن جي حفاظت، ۽ نفساني خواهش کي ڇڏڻ جون ڳالهيون ادب ۾ شامل آهن. ٿيان خاص ٻانها، جن وٽ دل کي پاڪ رکڻ، باطن ۽ باطني رازن تي نظر رکڻ، واعدا پاڙڻ، وقت جي حفاظت ۽ خيال رکڻ، خيالن جي پريشاني ڏانهن گهٽ متوجه ٿيڻ، طلب، حضور ۽ قرب جي موقعن، وقتن ۽ مقامن ۾ سهڻو طريقو اختيار ڪرڻ ادب آهي." (24)

☆ حضرت امام ابو عبدالله بناجي فرمائي ٿو ته، "ادب نيڪين جو سينگار آهي، هر شيءِ جو ڪونه ڪو خادم هوندو آهي ۽ دين جو خادم ادب آهي". (25)

☆ حضرت شيخ جلال بصري فرمائي ٿو ته، توحيد ايمان لاءِ ضروري آهي، جنهن ۾ توحيد ناهي ان ۾ ايمان ناهي، ايمان شريعت لاءِ ضروري آهي، جتي شريعت ناهي، اتي نه ايمان آهي ۽ نه توحيد ۽ شريعت لاءِ ادب ضروري آهي، پوءِ جتي ادب ناهي اتي نه شريعت آهي نه ايمان ۽ نه توحيد. (26)

☆ حضرت شيخ يوسف بن حسين فرمائي ٿو ته، "ادب وسيلي علم جي تفهيم حاصل ٿئي ٿي، علم ذريعي عمل درست ٿئي ٿو ۽ عمل جي ذريعي حڪمت حاصل ٿئي ٿي ۽ حڪمت ذريعي زهد ۽ دنيا کي ترڪ ڪرڻ جي توفيق ملي ٿي، زهد ذريعي آخرت جو شوق پيدا ٿئي ٿو ۽ آخرت جي اشتياق رکڻ واري کي باري تعاليٰ پنهنجي قربت جو درجو

(24) الرسالہ القشيريہ ص217 / ڪشف المحجوب ص 214 (باب ايڪيهون)
(25) نفحات الانس ص 239
(26) عوارف المعارف ص 431

عطا ڪندو آهي. (27)

☆ امام ابوالقاسم قشيري متوفي 465هه فرمائي ٿو تہ، "سيني ڀلين خصلتن جو گڏ ٿيڻ، اها ادب جي حقيقت آهي ۽ اديب اهو آهي جنهن ۾ سيئي نيڪ خصلتون گڏ ٿين. (28)

☆ حضرت سيد علي هجويري داتا گنج بخش متوفي 465هه فرمائي ٿو تہ: (الف) "آداب سٺين عادتن جي هڪ جاءِ تي گڏ ٿيڻ کي سڏيندا آهن. اديب کي اديب ۽ مؤدب ان لاءِ چوندا آهن جو انهن جي هر ڳالهہ نيڪ هوندي آهي، جنهن ۾ نيڪ عادتون جمع ٿي وڃن اهو اديب آهي. عام اصطلاح ۾ وري لغت، صرف ۽ نحو جي عالم کي اديب سڏيندا آهن. پر صوفين وٽ ادب نيڪ ڪمن تي برقرار رهڻ جو نالو آهي. (ب) دين ۽ دنيا جي سيني ڪمن جي سينگار جو مدار ادب تي آهي. سڀ ماڻهو (ڪافر، مسلمان، بي دين، توحيد وارا، سني، بدعتي) ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ معاملات ۾ سٺو ادب هڪ ساراهہ جهڙي شيءِ آهي. ماڻهن ۾ مروت جي حفاظت، دين ۾ سنت جي حفاظت ۽ محبت ۾ عزت جي حفاظت جو نالو ادب آهي، اهي ٽيئي شيون هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن". (29)

☆ حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي متوفي 632هه فرمائي ٿو تہ، "ادب ظاهر ۽ باطن کي سينگارڻ ۽ مهذب بنائڻ جو نالو آهي، جڏهن ڪنهن ٻانهي جو ظاهر ۽ باطن ادب سان سينگاربو تہ اهو صوفي بڻجي ويندو آهي. دسترخوان کي بہ "مادبہ" ان ڪري چوندا آهن جو اهو گهڻين شين تي مشتمل هوندو آهي، پوءِ ڪوبہ شخص ان وقت تائين مڪمل ادب حاصل نٿو ڪري سگهي، جيستائين سمورا سهڻا اخلاق ان ۾ پوري طرح گڏ نٿا ٿين. انسان جي ظاهري شڪل ۽ صورت ان جي خلقت آهي ۽ سهڻا آداب ۽ اخلاق ان جي باطني ۽ معنوي صورت جو نالو آهي". (30)

---

(27) عوارف المعارف ص 430
(28) الرسالة القشيريہ ص 315
(29) ڪشف المحجوب ص 210 باب:21
(30) عوارف المعارف ص 428-باب:31

☆ حضرت شيخ اڪبر محي الدين ابن عربي متوفي 638ھ فرمائي ٿو تہ "الاديب هو الجامع لمڪارم الاخلاق" يعني: سهڻن ۽ نيڪ اخلاقن ۽ آدابن جي جامع کي اديب چئبو آهي ۽ ادب جا چار قسم آهن: ادب شريعت، ادب خدمت، ادب حق ۽ ادب حقيقت. (31)

☆ علامہ عزالدين محمود ڪاشاني متوفي 735ھ لکي ٿو تہ. "ادب مان اخلاقن جي سهڻي هجڻ ۽ اقوالن ۽ افعالن جي مهذب هجڻ جي مراد آهي، ۽ افعال جا ٻہ قسم آهن: هڪڙا افعال قلوب جن کي نيتون چئبو آهي. ۽ ٻيا افعال قوالب جن کي اعمال چئبو آهي. اخلاق ۽ نيتون باطن سان نسبت رکندڙ آهن ۽ اقوال ۽ اعمال وري ظاهر سان تعلق رکندڙ آهن. پوءِ ڪامل اديب اهو آهي، جنهن جو ظاهر ۽ باطن ٻئي اخلاقن، اقوالن، نيتن ۽ عملن جي خوبصورتي ۽ سنائي سان سينگاريل هجن. ان جا اخلاق سندس اقوالن مطابق هجن، ان جون نيتون سندس عملن موافق هجن. جيئن حضرت شيخ الاسلام هروي جو فرمان آهي تہ "الادب تهذيب الظاهر والباطن" يعني ظاهر ۽ باطن کي مهذب بنائڻ ئي ادب آهي. ۽ اهو ڄاڻڻ ضروري آهي تہ نبوي اخلاق ۽ احوال، مصطفوي اقوال ۽ اعمال ئي سيني ظاهري باطني آدابن جو سرچشمو آهن، ڇوتہ پاڻ حق تعاليٰ طرفان آداب سيکاريل آهن ۽ سندن ڪامل اتباع ۽ پيروي ذريعي ئي آدابن ۾ ڪماليت حاصل ڪري سگهجي ٿي". (32)

**دين اسلام ۾ آدابن جي اهميت:**

دين اسلام ۾ آدابن کي بنيادي ۽ اهم حيثيت حاصل آهي، ۽ اسلام پينگهي کان وٺي قبر تائين هر موقعي، هر ڳالهہ ۽ هر ڪم جا آداب ۽ سهڻا طور طريقا سيکاريا آهن ۽ زندگي جو ڪوبہ اهڙو موقعو يا محل ناهي، جنهن بابت آدابن جي تعليم ۽ ترغيب نہ ڏني وئي هجي، دين ۽ دنيا جي سيني معاملن جي سونهن ۽ سينگار بہ آدابن جي ادائيگي ۾

(31) فتوحات مڪيہ ص481 ج 2
(32) مصباح الهدايہ ص 210

آهي، يعني هرهڪ قول، فعل، ڪيفيت ۽ احوال ۾ اهي طور طريقا اختيار ڪرڻ، جن کي الله تعاليٰ ۽ سندس محبوب نبي ﷺ پسند فرمايو آهي. اسلامي آداب زندگي جا بنيادي ماخذ "قرآن پاڪ" ۽ "سنت رسول اڪرم ﷺ" آهن. الله تعاليٰ جي پاڪ ڪلام قرآن مجيد جي سموري تعليم جو دارومدار به اخلاقن ۽ آدابن تي مبني آهي. "اڪثر مافي القران آداب واخلاق (33)

☆ حجة الاسلام امام ابو حامد محمد غزالي متوفي 505هه لکي ٿو ته. "اخلاقيات جي پوري دائري ۾ اعليٰ ارفع ۽ اڪمل خُلق ۽ سڀني افعالن ۽ اعمالن ۾ بهترين ۽ انتهائي قيمتي فعل ۽ عمل "ديني ادب" ئي آهي ۽ ان جي ئي صدقي مومن ٻانهو، جهانن جي پالڻهار جي حڪم مڃڻ ۽ فرمانبرداري ڪرڻ جو شرف حاصل ڪندو آهي ۽ ان جي ذريعي نبين ۽ رسولن سڳورن عليهم السلام جي پاڪيزه اخلاقن کي پنهنجو شعار ۽ ڪردار بڻائي سگهجي ٿو. الله تعاليٰ ادب جا ئي وڏا رستا اسان آڏو کولي ڇڏيا آهن. پهريون ته پوري قرآن پاڪ ۾ پنهنجي صاف ۽ ڪليل بيانن ذريعي اسان کي اسلامي آداب نهايت وضاحتن سان سيکاريائين ۽ ٻيو ته رسول الله ﷺ جن جي طريقي ۽ سنت جي متابعت اسان تي واجب ڪري، کين اسان جي تربيت ۽ اصلاح جو واسطو ۽ وسيلو بڻاياٿين. ۽ ٽيون صحابه ڪرام، تابعين عظام ۽ اهل ادب مومنن جي اقتدا ۽ اتباع کي اسان تي لازم ڪري، انهن جي آدابن ۽ اخلاقن مان فائدي جا موتي ميڙڻ جو موقعو بخشياٿين. (34)

☆ الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:

ياايهاالذين امنوا قوا انفسکم واهليکم نارا (تحريم:6) يعني: اي ايمان وارو پاڻ کي ۽ پنهنجن گهروارن کي جهنم جي باهه کان بچايو.

(i) انهيءَ آيت جي تفسير ۾ علامه ابن جرير طبري متوفي 310هه،

---

(33) دائره معارف القرن العشرين ص 248 ج 1

(34) رسالہ الادب في الدين ص 1/مجموعہ رسائل الامام غزالي ص 403

حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنہ جو هي فرمان نقل ڪيو آهي: اي علموهم ادبوهم (35) يعني: انهن کي علم ۽ ادب سيکاريو.

(ii) ۽ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما بہ فرمائي ٿو تہ "اي ادبوهم وفقهوهم" يعني انهن کي ادب ۽ فقہ سيکاريو. (36)

(iii) تفسير جو امام، ابوالحجاج مجاهد بن جبر القرشي المخزومي متوفي 104 هہ فرمائي ٿو تہ: اتقواالله عزوجل واوصوا اهليكم بتقوي الله وادبوهم (37) يعني: الله تعاليٰ کان ڊڄو ۽ پنهنجن گھروارن کي بہ الله کان ڊڄڻ جي وصيت ڪيو ۽ انهن کي ادب سيکاريو. يعني: اي ايمان وارو! الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول ﷺ جي فرمانبرداري اختيار ڪري، گھر وارن کي نيڪيءَ جي هدايت ڪري ۽ برائي کان منع ڪري ۽ انهن کي علم ۽ ادب سيکاري (جهنم جي باهہ کان بچايو). (38)

(iv) علامہ محمد بن احمد انصاري قرطبي متوفي 671هہ لکي ٿو تہ، "اسان تي لازم آهي تہ، اسان پنهنجي اولاد ۽ گھروارن کي دين ۽ ڀلائي جي تعليم ڏيون ۽ اهو ادب ۽ طريقو سيکاريون جنهن کان سواءِ ڪو چارو ناهي، ۽ حديث شريف بہ آهي تہ، "ڪنهن پيءُ پنهنجي اولاد کي سهڻي ادب کان بهتر ڪو تحفو ناهي ڏنو." (39)

بهرحال قرآن پاڪ ۾ هر هنڌ "اي ايمان وارؤ " جي محبوب خطاب سان، مومن مسلمانن کي مهذب ۽ باوقار زندگي گذارڻ جو درس ڏنو ويو آهي ۽ گڏوگڏ حضرت محبوب ڪريم ﷺ جن جي اطاعت ۽ فرمانبرداري کي لازم قرار ڏنو ويو آهي، ڇوتہ سندن سموري سيرت طيبہ ۽ سنت مطهره تمام اسلامي آدابن ۽ اخلاقن ۽ قرآني تعليمات جو آئينو آهي، ۽ پاڻ ڪريم ﷺ پنهنجي رحمان رب ڪريم جا خاص تربيت فرمايل

---

(35) تفسير جامع البيان طبري ص 165 ج 14
(36) الرسالۃ القشيريہ ص 316/حدائق الحقائق ص 98
(37) تفسير امام مجاهد ص 301-قول: 1823
(38) خزائن العرفان حاشيہ ڪنزالايمان ص 677
(39) تفسير قرطبي ص 128 ج 1

آهن. جيئن سندن ارشاد آهي: "ادبني ربي فاحسن تاديبي" (40) يعني: مون کي منهنجي رب ادب سيکاريو ۽ سهڻو ادب سيکاريائين.
۽ خود رب ڪريم ارشاد فرمايو: وانک لعليٰ خلق عظيم (قلم:4) يعني: ۽ (اي محبوب) بيشڪ تون انتهائي عظيم اخلاق جو مالڪ آهين.
☆ مومنن جي ماءُ، سيده عائشه صديقه رضي الله عنها کان هڪ سائل جڏهن محبوبن ڪريمن ﷺ جن جي اخلاق بابت سوال ڪيو ته فرمايائين: پاڻ ڪريم اخلاقن ۾ سڀني انسانن کان يلا هئا ۽ قرآن پاڪ ئي سندن اخلاقن جو آئينو آهي. پوءِ حضرت عائشه صديقه سائل کي فرمايو ته. "سوره مومنون" جون شروعاتي ڏهه آيتون پڙهه! سائل جڏهن سوره مومنون جي ڏهن آيتن جي تلاوت پوري ڪئي ته. امان عائشه صديقه رضي الله عنها فرمايو:
"هكذا كان خلق رسول الله ﷺ" (41)
يعني: اهي ئي ته الله جي رسول ﷺ جا اخلاق هيا!
حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي پاڪ اخلاقن، سنتن ۽ آدابن وارو طريقو ئي ايمان وارن لاءِ مشعل راهه آهي ۽ سندن محبت، اطاعت ۽ اتباع ۾ ئي ڪاميابي ۽ ڪامراني آهي.
☆ امام ابو العباس بن عطاء الادمي متوفي 390هه فرمائي ٿو: "من الزم نفسه بآداب السنه عمرالله قلبه بنور المعرفه ولا مقام اشرف من متابعه الحبيب في اوامره وافعاله واخلاقه والتادب بآدابه" (42)
يعني: جنهن شخص پاڻ تي محبوب ڪريم جي سنت وارن آدابن کي لازم ڪيو، ته الله تعاليٰ ان جي قلب کي معرفت جي نور سان معمور ڪندو ۽ رسول الله ﷺ جن جي حڪمن، افعالن، اخلاقن ۽ آدابن جي متابعت ڪرڻ کان مٿي بيو ڪوبه شرف وارو مقام ناهي.

---

(40) ڪنزالعمال حديث نمبر 18683، 31895 /جامع صغير سيوطي حديث نمبر
(41) سبل الهديٰ والرشاد ص 6 ج 7
(42) الرسالته القشيريه ص 64 /حليته الاولياء ص 321 ج 10 /صفوته الصفوه ص 445 ج 2

☆ مزيد پاڻ ڪريم ﷺ فرمائين ٿا:

(1) انما بعثت لاتمم صالح الاخلاق (43)

بيشڪ مان (محمد ڪريم ﷺ) سهڻن اخلاقن جي تڪميل لاءِ موڪليو ويو آهيان.

(2) ان خيارکم احسنکم اخلاقاً (44)

بيشڪ توهان مان ڀلا اهي آهن، جن جا اخلاق سٺا آهن.

(3) اکرموا اولادکم واحسنوا آدابهم (45)

پنهنجي اولاد جي عزت ڪريو ۽ انهن کي سهڻا آداب سيکاريو.

(4) حق الولد علىٰ والده ان يحسن اسمه وادبه (46)

والد تي حق آهي تہ پنهنجي اولاد جو نالو سهڻو رکي ۽ کين ادب سيکاري.

☆ اسلامي آداب زندگي جي حوالي سان، ادب کي مجموعي طور ٽن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي (1) بارگاهہ الاهي جا آداب (2) دربارِ رسالت ۽ شريعت مطهره جا آداب (3) ۽ باقي مخلوق جا آداب جن ۾ صحابہ ڪرام، اهلبيت عظام، تابعين، صالح ٻانها، طريقت جا مشائخ، استاد، والدين، پاڙيسري، مهمان ۽ عام مسلمان شامل آهن.

☆ جيئن علامہ ابن قيم الجوزيہ متوفي 751هہ لکي ٿو تہ:

"الادب ثلاثة انواع: ادب مع الله، وادب مع رسوله ﷺ وشرعه، وادب مع خلقه" يعني: ادب جا ٽي قسم آهن: بارگاهہ الاهي جا آداب، دربارِ رسالت ۽ شريعت مطهره جا آداب ۽ باقي مخلوق جا آداب! (47)

معلوم ٿيو تہ، بارگاهہ الاهي، دربارِ رسالت ۽ شريعت مطهره ۽ باقي مانائتين هستين جا آداب ۽ صُحبتن جا جُدا جُدا طور طريقا آهن.

(43) مسند امام احمد ص 381 ج 2 /الادب المفرد حديث 273 (عن ابي هريره)

(44) صحيح بخاري شريف حديث 6035-جلد ثاني (عن ابن عمرو)

(45) ڪنزالعمال حديث نمبر 45402

(46) جامع صغير سيوطي حديث 310 / ڪنزالعمال 45191 / تفسير قرطبي ص 195 ج 10

(47) تهذيب مدارج السالڪين ص 397

☆ امام ابو عثمان الحيري نيشاپوري متوفي 298ھ فرمائي ٿو: "الله تعاليٰ سان صحبت، سهڻي ادب، هميشہ واري خوف ۽ مراقبي ذريعي ٿيندي آهي، رسول الله ﷺ سان صُحبت، سندن سُنتن تي عمل ۽ ظاهري شرعي علم کي لازم ڪري وٺڻ سان ٿيندي آهي، الله جي ولين سان صُحبت احترام، ادب ۽ خدمت ذريعہ ٿيندي آهي، جماعتي ڀائرن سان صُحبت سهڻن اخلاقن ذريعي ۽ ٻين عام مسلمانن سان خوشي ۽ مسڪرائيندڙ چهري ذريعي ۽ جاهلن سان، انهن لاءِ دُعائون گهرندي ۽ مَٿن رَحم ڪرڻ سان ٿيندي آهي."(48)

هتي تقديم جي تسلسل کي برقرار رکندي، ڪجھ بارگاھِ الاهي جي آدابن ۽ ڪجھ دربار رسالت جي آدابن جو مختصر ذڪر ڪرڻ بعد ٿي، مشائخين طريقت جي آدابن جو ذڪر ڪيو ويندو!

**(الف) بارگاھہ الاهي جا آداب:**

جهانن جي پالڻهار، مالڪ ۽ خالق، حقيقي معبود، مطلوب ۽ مقصود رب ڪريم جي بارگاھ جا آداب سڀني آدابن کان مٿي أتم ۽ اعليٰ آهن. ڇو تہ انسان ذات جي تخليق جو مقصد بہ باري تعاليٰ جي عبادت ۽ سندس معرفت حاصل ڪرڻ ئي آهي. ۽ شريعت ۽ طريقت جو بنيادي نقطو، غرض ۽ اصل مقصد بہ بارگاھ الاهي ۾ مقبول ٿيڻ ۽ سندس قرب، رضا ۽ خوشنودي واري نعمت عظميٰ حاصل ڪرڻ آهي. بارگاھ الاهي جي آدابن جي، ٻانهي کي صحيح سمجھ ۽ پروڙ تڏهن پئجي سگهندي، جڏهن هو ڪامل ايمان، عقيدي ۽ راسخ يقين سان ڄاڻي تہ سندس ذات ٻانهي کي ساھ جي رڳ کان بہ وڌيڪ قريب آهي ۽ باري تعاليٰ جي بي مثال نگاھ هر وقت ۽ هر لمحي ٻانهي جي ظاهر ۽ باطن، قول ۽ فعل، نيت ۽ ارادي کي گهيري ويٺل آهي ۽ ٻانهي جو ڪوبہ ارادو، نيت،

---

(48) الرسالۃ القشيريہ ص 52 / حليۃ الاولياء ص 262 ج 10

وهم. قول ۽ فعل عليم ۽ خبير. رب ڪريم کان هرگز ڳجهو ناهي. الله تعاليٰ جي ذات، سندس بارگاهه، عبادت، ذڪر يا سندس بي مثال ڪلام جا آداب هر گهڙي مومن ٻانهي ڪي درڪار ۽ ضروري آهن. ۽ آدابن جي سهڻي ادائگي سان ئي ٻانهو محبت الاهي جو معراج حاصل ڪندو آهي.

حضرت يحيٰ بن معاذ متوفي 258ھ فرمائي ٿو: "من تادب بادب الله تعاليٰ صارمن اهل محبت الله تعاليٰ" يعني: جنهن بارگاهه الاهي جا آداب اختيار ڪيا، اهو الله جي محبوب (محبت وارن) ٻانهن مان ٿي پوندو آهي. (49)

حضرت ابو يزيد بسطامي متوفي 261 ھ کان ماڻهن پڇيو تہ اوهان کي اهو رتبو ڪيئن مليو؟ فرمايائين: مون ڪڏهن بہ الله تعاليٰ جي آڏو صحبت جي آدابن کي ناهي وساريو. اڪيلائپ توڙي محفل ۾ هڪ جهڙو رهيو آهيان. ڪنهن بہ صورت ۾ ادب جي واڳ کي هٿان نہ ڇڏيو اٿم" (50)

باري تعاليٰ ڪلام مقدس ۾ پاڻ پنهنجي بارگاهه جا آداب سيڪاريا آهن. جيئن ارشاد آهي:

(1) وقوموا لله قانتين (بقره: 238) ۽ الله تعاليٰ جي لاءِ باادب ٿي قيام ڪيو.

مفسر قرآن علامہ قرطبي متوفي 671 ھ پنهنجي تفسير ۾ حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنہ جي هيءَ روايت نقل ڪئي آهي تہ. اسان اسلام جي شروعاتي دور ۾ نماز ۾ ڳالهائيندا هياسون ۽ اسان مان هر هڪ نماز دوران پنهنجي پرواري ساٿي سان ڪلام پيو ڪندو هو. ايستائين جو اها آيت نازل ٿي، پوءِ اسان کي نماز ۾ خاموش رهڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ ڳالهين ڪرڻ کان منع ڪئي وئي. (51)

علامہ سيد محمود آلوسي متوفي 1270 ھ پنهنجي تفسير ۾، حضرت

---

(49) الرسالۃ القشيريہ ص 317 (باب الادب)
(50) ڪشف المحجوب ص 208

امام مجاهد متوفي 104ھ جو هي قول آندو آهي تہ، هن آيت ۾ "قنوت" يعني باادب ٿي بيهڻ جي معنيٰ آهي: ڊگهو قيام ڪرڻ. نگاهہ هيٺ رکڻ. نوڙت، عاجزي ۽ خشوع اختيار ڪرڻ، ٻئي پاسي متوجہ نہ ٿيڻ، پٿريون نہ هٽائڻ ۽ نہ ڪنهن شيءِ سان کيڏڻ ۽ (عبادت الاهي دوران) دنيا جي مامرن مان ڪنهن بہ مامري ۾ پاڻ کي نہ وجهڻ. (52)
يعني: بارگاهہ الاهي ۾ عبادت، رياضت، دُعا ۽ ذڪر فڪر لاءِ حاضر ٿيڻ بعد، پاڻهي کي خشوع ۽ خضوع سان فقط سندس ذات ڏانهن متوجہ ٿيڻو آهي ۽ ٻئي ڪنهن پاسي واجهائڻو ناهي، جو اهو بارگاهہ الاهي جي بي ادبي ۾ شمار آهي.
جڏهن حضرت سرور ڪائنات ﷺ جن معراج شريف واري رات، مالڪ حقيقي جي بارگاهہ ۾ پهتا ۽ ديدار الاهي جي بي مثال شرف سان مشرف ٿيا، تڏهن پاڻ پوري ادب، توجہ، خشوع ۽ خضوع سان باري تعاليٰ جي ديدار ۾ اهڙو تہ محو ۽ مشغول ٿيا جو ڪنهن بہ ٻئي پاسي ڏي نہ واجهايائون ۽ رب ڪريم پنهنجي محبوب جي انهيءَ ادب ۽ انداز کي ساراهيندي ارشاد فرمايو: "مازاغ البصر وماطغي" (نجم:7) يعني: (محبوب جي) اک نہ ڪنهن ٻئي طرف ڦري ۽ نہ حد کان لنگهي!"
انهيءَ آيت ۾ محبوب سيد عالم ﷺ جن جي ڪمال قوت جو اظهار آهي، جو (ان مقام ۾ جتي عقل حيرت ۾ آهن) پاڻ ثابت قدم رهيا ۽ جنهن نُور (ذات) جو ديدار مقصود هيو، تنهن کان بهره ور ٿيا، ساڄي کابي ڪنهن بہ پاسي نظر نہ فرمايائون، نہ وري مقصود حقيقي کان سندن نظر ڪنهن ٻئي طرف وئي، نہ ئي حضرت موسيٰ وانگر بيهوش ٿيا، بلڪ ان عظيم مقام تي ثابت قدم رهيا. (53)
علامہ قرطبي لکي ٿو تہ، "وهذا وصف ادب للنبي ﷺ في ذالک

(51) تفسير قرطبي ص 141 ج 2
(52) تفسير روح المعاني ص 550 ج 1
(53) خزائن العرفان حاشيہ ڪنزالايمان ص 634

المقام اذلم يلتفت يميناً و لاشمالاً" اها انهيءَ (ديدار الاهي واري عظيم) مقام ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي ادب جي وصف آهي، جو پاڻ نہ ساڄي متوجہ ٿيا ۽ نہ کاٻي. (54)

علامہ محمد بن يوسف صالحي شامي متوفي 942 ھ لکي ٿو: "ففي الاول بيان ادب محمد ﷺ وفي الثاني بيان قوتـة" انهيءَ آيت جي پهرين حصي ۾ محبوب ڪريم جي ادب جو بيان آهي ۽ ٻئي ۾ (ديدار مهل سندن ثابت قدم رهڻ واري) قوت جو بيان آهي. (55)

☆ ۽ خود محبوب ڪريم ﷺ بہ امت کي اها ترغيب ڏني آهي تہ "تعبد الله کانک تراه فان لم تکن تراه فانه يراک" يعني: الله جي عبادتہ ائين ڪر ڄڻ تون کيس ڏسي رهيو آهين، پر جي ان (مقام کي نٿو پهچين تہ اهو يقين ڪر تہ) اها ذات توکي ڏسي .مي آهي ۽ ان جو نالو "احسان" آهي: (56)

☆ حضرت علي هجويري داتا گنج بخش فرمائي ٿو: معبود جي مشاهدي ۾ ادب جو لحاظ حضرت بي بي زليخا کان بہ سکڻ گهرجي، جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام کي اڪيلائپ ۾ پنهنجي خواهش قبول ڪرائڻ جي درخواست ڪيائين تہ اڳ ۾ پنهنجي معبود (بُت) جي بدن کي ڍڪيائين. حضرت يوسف عليہ السلام پڇيس تہ اهو ڇو؟ چيائين: مان نٿي چاهيان تہ منهنجو معبود مون کي توسان هن بي حرمتي جي حالت ۾ ڏسي، اهو ادب ناهي، (قصو مختصر) جڏهن حضرت يوسف عليہ السلام حضرت يعقوب عليہ السلام کي ملي ويو، تڏهن الله تعالىٰ بي بي زليخان کي نئين سر جوان بڻايو، کيس اسلام جي راهہ نصيب ٿي ۽ هوءَ حضرت يوسف عليہ السلام سان پرڻجي وئي. هڪ ڏينهن حضرت يوسف عليہ السلام چيو: اي زليخا مان تنهنجو اهو ئي محبوب آهيان،

---

(54) تفسير قرطبي ص 65 ج 18
(55) سبل الهدي والرشاد ص 52 ج 3 (جماع ابواب معراج)
(56) صحيح بخاري شريف ص 11 ج اول (ڪتاب الايمان)

مون کان پري ڇو ٿي هٽين. ڇا منهنجي محبت ختم ٿي وئي آهي؟ جواب ڏنائين: هرگز نہ هاڻي تہ اڳي کان بہ وڌيڪ محبت آهي. مگر آئون هميشہ معبود جي آدابن کي آڏو رکندي آهيان. پهرئين ڏينهن اڪيلائپ ۾ منهنجو معبود بُت هو. ڪيس اکيون نہ هيون. مگر پوءِ بہ ان تي ڪا شيءِ ڍڪي ڇڏي هيم. جيئن بي ادبي جي تهمت کان بچي سگهان. هاڻي منهنجو معبود اهو آهي جيڪو اڪ يا ٻي شيءِ کان سواءِ هر گهڙي ڏسي رهيو آهي ۽ هر حالت ۾ ان جي نظر مون تي آهي. مان نٿي چاهيان تہ اهڙي سچي معبود آڏو ادب کي ترڪ ڪريان! (57)

(2) ٻئي هنڌ ارشاد باري تعاليٰ آهي:

يابني آدم خذو زينتكم عند كل مسجد (اعراف: 31) اي آدم جي اولاد! جڏهن مسجدن ۾ وڃو تہ سينگارجي وڃو!

يعني: عبادت واسطي. جڏهن الله جي گهر، مسجد شريف ڏانهن اچو تہ زينت جو لباس ڪري اچو ۽ هڪ قول اهو بہ آهي تہ ڦڻي ڏيڻ خوشبو لڳائڻ. پاڪائي جو پورو اهتمام ڪرڻ ۽ صاف سٿرو لباس ڪري اچڻ، اهي زينت ۾ داخل آهن. ۽ سنت هي آهي تہ ڀانهو سٺي حالت ۾ نماز لاءِ حاضر ٿئي، ڇو تہ نماز ۾ رب کان دعا آهي. تہ پوءِ ان جي لاءِ سونهن ڪرڻ عطر لڳائڻ مستحب آهي. جڏهن تہ اوگهڙ ڍڪڻ ۽ پاڪائي واجب آهي. (58)

☆ آيت جي شان نزول بابت حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ. جاهليت واري دور ۾ مرد ۽ عورتون اگهاڙا ٿي بيت الله جو طواف ڪندا هئا. جنهن کان الله تعاليٰ منع فرمائي ۽ عبادت لاءِ اوگهڙ ڍڪڻ ۽ لباس پائڻ جو حڪم فرمايو. (59)

☆ علامہ محمود آلوسي لکي ٿو: حضرت امام حسن رضي الله عنہ جڏهن

---

(57) ڪشف المحجوب ص 208-209 (باب اوڻيهون)
(58) خزائن العرفان ص 186
(59) قرطبي ص 121 ج 7 / رُوح المعاني ص 349 ج 4

۽ نماز لاءِ ايندو هو تہ تمام خوبصورت لباس پائيندو هو. کين عرض کيو ويو تہ، اي رسول لله ﷺ جا پچڙا توهان هر نماز لاءِ خوبصورت لباس ڇو پائيندا آهيو؟ تہ فرمايائين: "ان الله جميل ويحب الجمال". بيشڪ الله خوبصورت آهي ۽ خوبصورتي کي پسند فرمائي ٿو، پوءِ آئون پنهنجي پالڻهار لاءِ ڇو نہ سينگار ڪيان. جيڪو فرمائي ٿو تہ" خذوزينتکم عند کل مسجد. (60)

☆ علامہ ابن قيم الجوزيہ لکي ٿو: ادب عبادت جو سينگار آهي، ادب کل دين آهي. بيشڪ عبادت لاءِ اوگهڙ ڍڪڻ ادب کان آهي ۽ وضو ۽ غسل ڪرڻ بہ ادب کان آهي. پليتي کان پاڪ ٿيڻ ادب کان آهي تہ جيئن پاڻهو پاڪ صاف ٿي. بارگاهہ الاهي ۾ اچي بيهي. ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ نماز ۾ آسمان ڏانهن واجهائڻ کان جيڪا منع ڪئي آهي اها بہ ڪمال ادب جي ڪري ڪئي آهي تہ جيئن پاڻهو بارگاهہ الاهي ۾ ڪنڌ اوچو ڪري نہ پر ڪنڌ جهڪائي، عاجزي، نوڙت ۽ نياز مندي سان بيهي ۽ سندس ذات ڏانهن ئي متوجہ هجي ۽ اهو بہ بارگاهہ الاهي جي آدابن ۾ آهي تہ . پيشاب يا پائخاني وقت سندس بيت شريف ڏانهن منهن يا پٺي نہ ڪجي، پوءِ ڇاهي کليل فضا ۾ هجي يا چوڏيواريءِ ۾ .(61)

ان کان علاوہ خاص مسجدن جي آدابن ۽ تعظيم بابت بہ ڪافي احاديث مبارڪہ ملن ٿيون، جن ۾ حضور پاڪ ﷺ جن مسجدن ۾ ٽڪ اچلائڻ، دنياوي گفتگو ڪرڻ، ثوم بصر يا ڪا بدبوءِ واري شيءِ کائي اچڻ، پاٿي هارڻ، وڏي آواز ۾ ڳالهائڻ، تجارت ڪرڻ وغيره کان سخت منع فرمائي ، بارگاهہ الاهي جي آدابن کي اجاگر ڪيو آهي.

مشڪوة شريف ۾ (سنن ابي داوّد جي حوالي سان) حضرت سائب بن خلاد کان روايت آهي تہ، صحابہ ڪرام مان هڪ شخص پنهنجي قوم کي نماز پڙهائيندي قبلہ شريف ڏانهن ٽڪ اچلائي ۽ نبي ڪريم ﷺ ان کي ڏسي

---

(60) روح المعاني ص 349 ج 4
(61) تهذيب مدارج السالڪين ص 402

ورتو ۽ پاڻ ان قوم وارن کي فرمايائون ته اڄ کان پوءِ اهو شخص توهان کي امامت نه ڪرائي! ان کان پوءِ ان شخص جڏهن ٻئي نماز وقت امامت ڪرائڻ جو ارادو ڪيو ته انهن اصحابن کيس مصلي تي بيهڻ کان روڪي ورتو ۽ رسول الله ﷺ جي ارشاد کان واقف ڪيائون. ان بعد اهو شخص دربار رسالت ۾ حاضر ٿيو ۽ ماڻهن جي احوال بابت عرض ڪيائين ته هو منهنجي ڪڍ نماز نٿا پڙهن. ڇا حضور جن کين منع ڪئي آهي؟ پاڻ فرمايائون ته هائو "انک قد اذيت الله ورسوله" بيشڪ تو (قبله شريف ڏانهن ٿڪ اڇلائي) الله ۽ ان جي رسول کي رنجايو آهي! (62)

3- تئين هنڌ ارشاد آهي: فلَما أتاها نودي يا مُوسيٰ اني أنا رَبک فاَ خلع نعليک انک باالواد المقدس طويٰ (طٰه:11- 12) يعني: پوءِ جڏهن باهه وٽ آيو ته سڏ فرمايو ويو. اي موسيٰ بيشڪ مان تنهنجو رب آهيان. پوءِ تون پنهنجا جوتا لاهه. بيشڪ تون طُوي جي مقدس وادي ۾ آهين!

☆ هتي حضرت موسيٰ عليہ السلام جي ان سفر جو بيان آهي، جنهن ۾ پاڻ مَدين کان مصر جي طرف حضرت شعيب عليہ السلام کان اجازت وٺي، پنهنجي والده ماجده سان ملڻ جي لاءِ روزانو ٿيو هو. سندس گهرواري گڏ هيس ۽ پاڻ شام جي بادشاهن جي انديشي کان رستو ڇڏي جهنگ مان هلڻ اختيار ڪيائين ۽ بي بي صاحبہ حامله هئي. هلندي هلندي طور جبل جي الهندي پاسي پهتا. اتي رات جي وقت بي بي صاحبہ کي ٻار ڄمڻ جو درد شروع ٿيو. اها رات اونداهي جي هئي، برف وسي رهي هئي ۽ سخت سردي هئي. اتي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي پري کان باهه معلوم ٿي. تڏهن پنهنجي گهرواري کي چيائين ته. ترسو! مون کي هڪ باهه نظر آئي آهي، شايد اوهان لاءِ ان مان ڪو ٽانڊو ڪٽي اچان يا باهه تائين ڪو رستو لهان! پوءِ جڏهن ان باهه (نور) وٽ پهتو ته اتي هڪ سرسبز ۽ شاداب وڻ ڏٺائين. جيڪو مٿان کان هيٺ تائين روشن

---

(62) مشڪوة شريف ص 71 (ڪتاب الصلوة. باب المساجد)

هو. جيترو ان جي ويجهو پيو وڃي، اوترو پري پيو ٿئي، جڏهن بيهي پيو ته ويجهو پيو ٿئي! ان وقت کيس اها ندا ٿي ته اي موسيٰ! بيشڪ مان تنهنجو رب آهيان. پوءِ تون پنهنجا جوتا لاهه. بيشڪ تون طُويٰ جي پاڪ واديءَ ۾ آهين! بارگاهه الاهي ۾ حاضري مهل کيس جوتن لاهڻ جو حڪم ان ڪري ٿيو جو ان ۾ تواضع، نوڙت ۽ بقعه معظمه جو احترام ۽ وادي مقدس جي مٽيءَ مان برڪت حاصل ڪرڻ جو موقعو آهي.(63)

☆ علامه قرطبي لکي ٿو: "امر بخلع النعلين للخشوع والتواضع عند مناجاته الله تعاليٰ، و کذالک فعل السلف حين طافوا با البيت". يعني بارگاهه الاهي ۾ کيس جوتن لاهڻ جو حڪم ان ڪري ٿيو.جو ان ۾ الله تعاليٰ سان مخاطب ٿيڻ وقت خشوع، عاجزي ۽ نوڙت آهي ۽ اهڙي طرح بيت الله جوطواف پيرين اگهاڙو ٿي ڪرڻ اڳين جو طريقو رهيو آهي. (64)

علامه آلوسي لکي ٿو: حضرت اصم جو قول آهي ته، "ان الحفوته ادخل في التواضع وحسن الادب ولذلک کان سلف الصالحون يطوفون با الکعبته حافين" يعني: پيرين اگهاڙو ٿي هلڻ، نوڙت ۽ سهڻي ادب ۾ داخل آهي ۽ ان ڪري سلف صالحين به ڪعبت الله جو طواف پيرن اگهاڙا ٿي ڪندا هئا. (65)

حضرت علي هجويري داتا گنج بخش لکي ٿو: حضرت ابونصر بشر بن حارث الحافي متوفي 224هه مشاهدي ۾ وڏي شان جو مالڪ ۽ معاملن ۾ وڏي ڪمال جو صاحب هو، حضرت فضيل بن عياض جي صحبت جو فيض حاصل ڪيو هيائين ۽ پنهنجي مامي عالي بن حزم جو مريد هو. اصول ۽ فروع جو وڏو عالم هو. سندس توبه جي شروعات هن نموني سان ٿي، جو ڪنهن وقت مستيءَ جي عالم ۾ ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. رستي ۾ هڪ ڪاغذ جو ٽڪرو زمين تي پيو هو، اهو تعظيم ۽ ادب سان کڻي

(63) خزائن العرفان ص 376 - 377
(64) تفسير قرطبي ص 116 ج 11
(65) روح المعاني ص 484 ج 8

ورتائين جو ان ڪاغذ تي "بسم الله شريف" لکيل هئي. حضرت بشر ان ڪاغذ جي ٽڪري کي عطر لڳائي، ڪنهن مٿانهين پاڪ جڳهه تي رکي ڇڏيائين. ان رات ڪيس غيب ڪان خواب ۾ آواز آيو: اي الله جي نالي کي خوشبوءِ لڳائڻ وارا! باري تعاليٰ تنهنجن معاملن کي دنيا ۽ آخرت ٻنهي ۾ خوشبودار ڪري ڇڏيو آهي! انهيءَ خواب ڪان پوءِ حضرت بشر توبہ ڪئي ۽ زاهدبڻيو. جڏهن الله جي مشاهدي غلبو ڪيو تہ اگهاڙن پيرن سان گهمڻ شروع ڪيائين. ماڻهن جي پڇڻ تہ جواب ڏنائين: زمين الله تعاليٰ جو فرش آهي. مان نٿو چاهيان تہ ان تي جتيءَ سان هلان! منهنجي پيرن ۽ باري تعاليٰ جي فرش وچ ۾ ڪا بہ شيءِ نہ هجڻ گهرجي!" اهو سندس معاملي جو عجيب پاسو آهي، سندس نظر ۾ جتيءَ بہ هڪ حجاب هو.(66)

بهر حال مضمون جي طوالت کي مد نظر رکندي بارگاهہ الاهي جي آدابن بابت هتي فقط ٽن آيتن تي اڪتفا ڪئي وئي آهي، نہ تہ هي تمام وسيع عنوان آهي ۽ اجان الله تعاليٰ جي عبادت، نماز، ذڪر، دُعا ۽ ڪلام پاڪ جي تلاوت جا آداب باقي آهن. آخر ۾ بارگاهہ الاهي جي آدابن بابت هڪ ٻہ قول ڏجن ٿا:

☆ حضرت امام ابن سيرين متوفي 110 هہ ڪان سوال ڪيو ويو تہ، اهي ڪهڙا آداب آهن، جن جي ادا ڪرڻ سان الله تعاليٰ کي ويڪ ويجهو ٿي سگهجي ٿو؟ فرمايائين: معرفتہ بربوبيتہ وعمل بطا عتہ والحمدالله علي السراء والصبر علي الضراء يعني: الله تعاليٰ جي ربوبيت جي معرفت. ان جي عملي طور اطاعت ۽ سندس نعمت تي شڪر ڪرڻ ۽ تڪليفن تي صبر ڪرڻ". (67)

☆ حضرت ابوالحسن سري سقطي متوفي 251هہ فرمائي ٿو تہ، هڪ رات نماز پڙهندي، پنهنجا پير قبلہ شريف ڏانهن ڊگها ڪيم تہ اوچتو

(66) ڪشف المحجوب ص 66 (باب يارهون)(67) الرسالتہ القشيريہ ص 317
(67) الرسالتہ القشيريہ ص 317 / حدائق الحقائق ص 98

مٿان ڪان آواز پڌڻ ۾ آيو تہ ڇا بادشاهہ حقيقي جي بارگاهہ ۾ تنهنجو ائين ويهڻ مناسب آهي؟ مون عرض ڪو تہ اي مالڪ! تنهنجي عزت ۽ جلال جو قسم، وري ڪڏهن بہ تنهنجي بارگاہ ۾ ائين پير ڊگها نہ ڪندس. (68)

☆ مولانا عبدالرحمان جامي متوفي 898ھ لکي ٿو تہ. حضرت شيخ ابو سعيد ابوالخير متوفي 558ھ مسجد شريف ۾ هيو ۽ هڪ شخص سندن خدمت ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ مسجد ۾ داخل ٿيو. پر پهريان کابو پير مسجد ۾ رکيائين.حضرت شيخ ابوسعيد فرمايو فوراً ٻاهر نڪري وڃ. جيڪو شخص دوست جي درٻار جي آدابن کان واقف ناهي، ان سان ويهڻ يا صحبت اسان لاءِ مناسب ناهي (69)

☆ حضرت امام غزالي متوفي 505ھ پنهنجي رسالي "الادب في الدين" جي شروع ۾ "الاداب بين يدي الله تعاليٰ " (يعني بارگاهہ الاهي جا آداب) جي عنوان هيٺ لکي ٿو: "مومن جي نگاهہ هميشہ جهڪيل هجي، ارادي ۽ عزم ۾ مضبوطي، پختگي ۽ استقامت هجي، خاموشي يا گهٽ ڳالهائڻ تي هميشگي هجي، جسماني عضون تي جلد بازي يا تڪڙ جي بجاءِ سڪون ۽ اطمينان جي ڪيفيت هجي، باري تعاليٰ جي احڪامن جي تعميل ۽ منع ڪيل شين کان پري رهڻ ۾ تيزي هجي، اعتراض ۽ سوال جو مادو گهٽ هجي، تسليم ۽ رضا جي عادت وڌيڪ هجي، اخلاق سهڻا ۽ پسند ڪيل هجن، ذڪر اذڪار، وظيفن وردن تي هميشگي هجي، فڪر ۽ سوچ ۾ پاڪيزگي هجي ۽ ان جو استعمال هميشہ صحيح رستي ۾ هجي، جسماني عضون تي سخت نگراني هجي، دل ۾ هر وقت سڪون ۽ اطمينان هجي ۽ خالق اڪبر جي عظمت ۽ بزرگي جو خيال هجي، ڪاوڙ ۾ بلڪل گهٽتائي هجي، محبت الاهي واري جذبي جو اظهار هرگز نہ هجي، هر ڪم ۾ اخلاص ۽ فقط باري تعاليٰ جي رضا مطلوب هجي، سيئي اميدون بارگاہ الاهي

(68) نزهة المجالس ومنتخب النفائس ص 365 ج 1
(69) نفحات الانس ص 5 (مقدمہ)

سان وابستہ هجن، نيڪيءَ جو ڪو بہ ڪم رياءَ يا نالي جي شهرت کان پاڪ هجي، زبان مان نڪرندڙ هر ڳالهہ ۾ صداقت ۽ سچائي هجي، ڪوڙ ۽ غلط بياني کان پوري طرح پاسو هجي، تمام عبادتن ۽ اعمالن کي هميشہ وقت تي قائم ۽ زنده رکي، باري تعاليٰ جون مقرر ڪيل حدون جڏهن ٽوڙيون وڃن ۽ سندس منع ڪيل ڪم سرعام ٿيڻ لڳن تہ (گهٽ ۾ گهٽ) سندس طبيعت ۾ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ جي لهر ڊوڙڻ گهرجي، هميشہ ذات الاهي طرفان هيبت ۽ خوف جو غلبو هجي ۽ هر وقت حيا ۽ شرم جو احساس هجي، باري تعاليٰ پانهن لاءِ جيڪا رزق روزي جي ذميواري کنئي آهي، ان تي اعتماد ڪندي سڪون ۽ تسلي سان رهي ۽ هر حال ۾ سندس ذات تي ڀروسو ۽ توڪل رکي، سردي جي سختي باوجود وضو چڱي طرح (سڀني فرضن، سنتن، آدابن ۽ شرطن سميت) ڪري، هڪ نماز جي پوري ٿيڻ بعد ٻئي نماز جو منتظر ۽ مشتاق رهي، هر وقت ان خوف ۾ رهي تہ، متان الله جو فرض نہ رهجي وڃي، هميشہ پنهنجي گناهن کان توبهہ ڪندو رهي ۽ باري تعاليٰ کان معافي ۽ استغفار ڪندو رهي، الله ۽ ان جي محبوب نبي جي بيان ڪيل ۽ نظر ۽ مشاهدي کان غائب معاملن جي هميشہ تصديق ڪندو رهي، ذڪر الاهي وقت دل ڏڪندڙ هجي، وعظ ۽ نصيحت وقت ايماني نور وڌندڙ هجي، جيڪڏهن فقر، سچائي يا بک هجي تہ بہ توڪل جو دامن هٿان نہ ڇڏي. (70)

**(ب) دربار رسالت جا آداب:**

ڪائنات جي خالق ۽ مالڪ رب ڪريم، ايمان وارن کي پنهنجي محبوب ڪريم، رؤف رحيم، رحمة للعالمين ﷺ جن جي دربار اقدس جا آداب ۽ طور طريقا سيکاريا آهن ۽ رسول الله ﷺ جن جي محبت، اطاعت، تعظيم ۽ ادب کي ايمان وارن تي لازم ۽ ضروري قرار ڏنو ويو آهي ۽ خالق کان پوءِ مخلوق ۾ وڏ کان وڏ اطاعت، محبت ۽ تعظيم جو حقدار، الله جو رسول ﷺ آهي.

(70) الادب في الدين ص 1 / مجموعہ رسائل غزالي ص 404

امام ابو ابراهيم اسحاق تجيبي فرمائي ٿو: "واجب عليٰ كل مومن متي ذكر ﷺ او ذكر عنده ان يخضع ويخشع ويتوقر ويسكن من حركته. وياخذ من هيبته و اجلاله بما كان يا خذ به نفسه لوكان بين يديه ويتادب بما ادبنا الله تعاليٰ به- يعني: هرهڪ مومن مٿان واجب آهي ته جڏهن به ۽ جتي به رسول الله ﷺ جو ذڪر خير ڪيو وڃي، خشوع ۽ خضوع اختيار ڪري. تعظيم توقير ۽ آداب جو مجسمو بڻجي وڃي، چرڻ ڦرڻ بند ڪري ۽ پاڻ تي ان هيبت جلال ۽ عظمت جي ڪيفيت طاري ڪري، جڻ هو محبوبن جي درٻار ۾ موجود آهي ۽ اهي آداب اختيار ڪري، جيڪي باري تعاليٰ اسان کي سيکاريا آهن". (71)

درٻار رسالت جي آدابن جي سلسلي ۾ چند آيات قراني ۽ ڪجهه احاديث مبارڪ هتي پيش ڪجن ٿيون:

(1) باري تعاليٰ جو ارشاد آهي: يا ايها الذين آمنوا لا تقولوا راعنا وقولوا انظرنا واسمعوا وللكافرين عذاب اليم (بقره:104) يعني: اي ايمان وارؤ! (عرض ۾) راعنا جو لفظ نه چئو. بلڪ چئو ته (آقا) اسان تي نظر فرماءِ ۽ سندس ڪلام کي غور سان ٻڌو ۽ ڪافرن لاءِ دردناڪ عذاب آهي.

شان نزول:- جڏهن حضور پاڪ ﷺ جن صحابه ڪرام کي ڪجهه تعليم ۽ تلقين ارشاد فرمائيندا هئا ته اهي ڪڏهن ڪڏهن وچ ۾ عرض ڪندا هئا"راعنا يا رسول الله" يعني: اي الله جا رسول، اسان جي حال جي رعايت فرماءِ ۽ اسان کي ڪلام اقدس کي چڱي طرح سمجهڻ جو موقعو ڏيو! پر يهودين جي لغت ۾ اهو ڪلمو بي ادبي ۽ گستاخي جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو ۽ انهن انهيءَ بي ادبي جي نيت سان "راعنا" چوڻ شروع ڪيو. حضرت سعد بن معاذ يهودين جي اصطلاح کان واقف هو. پاڻ هڪ ڏينهن انهن جي زبان مان اهو ڪلمو ٻڌي فرمايائين: اي خدا جا دشمنؤ! اوهان تي الله جي لعنت هجي، جيڪڏهن مون هاڻي ڪنهن جي به واتان اهو لفظ ٻڌو ته ان کي قتل ڪندس! يهودي چوڻ لڳا ته، توهان اسان تي

(71) سبل الهديٰ الرشاد ص 439 ج 11

چو تا ڪاوڙ ڪيو. اوهان مسلمان بہ تہ اهوئي چوندا آهيو! ان تي پاڻ ڏکويل ٿي ڪري اجان بارگاهہ رسالت ۾ پهتو ئي مس تہ. اها آيت نازل ٿي، جنهن ۾ باري تعاليٰ ايمان وارن کي"راعنا" لفظ جي استعمال کان منع ڪئي ۽ ۽ ان معنيٰ جو هڪ ٻيو ادب وارو لفظ "انظرنا" چوڻ جو حڪم ٿيو. ان مان معلوم ٿيو تہ، نبيين سڳورن عليهم السلام جي تعظيم، عزت ۽ انهن جي خدمت ۾ ادب جا ڪلما عرض ڪرڻ فرض آهي. ۽ جنهن جملي ۾ ادب جي ڇڏڻ جو شڪ بہ هجي اهو زبان تي آڻڻ ممنوع آهي. (72)

(2) ٻئي هنڌ ارشاد آهي:

يا ايها الذين آمنوا لا تقدمو بين يدي الله ورسوله (حجرات : 1) اي ايمان وارؤ! الله ۽ ان جي رسول کان اڳتي نہ وڌو!

يعني: توهان تي لازم آهي تہ اصلاً توهان کان تقديم (اڳرائي) واقع نہ ٿئي، نہ قول ۾ ۽ نہ فعل ۾، چو تہ اڳرائي ڪرڻ محبوب ڪريم ﷺ جن جي ادب ۽ احترام جي خلاف آهي ۽ بارگاهہ رسالت ۾ نيازمندي ۽ آداب لازم آهن.

☆ آيت جي شان نزول بابت هڪ روايت آهي تہ چند ماڻهن عيدالاضحيٰ جي ڏينهن محبوب سيد الڪونين ﷺ جن کان اڳ قرباني ڪري ورتي تہ انهن کي حڪم ڏنو ويو تہ ٻيهر قرباني ڪن ۽ حضرت عائشہ صديقہ کان روايت آهي تہ، ڪي ماڻهو رمضان کان اڳ ئي روزو رکڻ شروع ڪندا هئا. انهن جي حق ۾ اها آيت نازل ٿي تہ روزن رکڻ ۾ پنهنجي محبوب نبيءَ کان اڳرائي نہ ڪيو. (73)

☆ حضرت سهل بہ سعد ساعدي کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن "بني عمرو بن عوف" ڏانهن صلح ڪرائڻ واسطي روانا ٿيا ۽ پوريان عصر نماز جو وقت ٿي ويو، تڏهن صحابہ ڪرام حضرت سيدنا ابوبڪر صديق

---

(72) خزائن العرفان ص 21

(73) خزائن العرفان ص 619

رضي الله عنه کي نماز پڙهائڻ جو عرض ڪيو ۽ پاڻ اڳتي اچي نماز پڙهائڻ ۾ مشغول ٿيو. ان دوران حضور سرور ﷺ جن بہ تشريف فرما ٿيا ۽ حضرت ابوبڪر صديق پوئتي هٽي صف ۾ اچي بيٺو ۽ حضور جن نماز پڙهائڻ کان پوءِ ڪانئس پوئتي هٽڻ جو سبب پڇيو تہ عرض ڪيائين: "ما كان لابن ابي قحافة ان يصلي بين يدي رسول الله ﷺ" يعني: ابو قحافہ جي پٽ کي لائق ناهي جو رسول الله ﷺ جي اڳيان بيهي نماز پڙهائي. (74)

۽ اها حضرت ابوبڪر صديق جي دربار رسالت ۾ ادب ۽ احترام جي هڪ جهلڪ آهي!

(3) ٽئين هنڌ ارشاد آهي:

يا ايها الذين آمنوا لا ترفعوا اصواتكم فوق صوت النبي ولا تجهروا لـه با القول كجهر بعضكم لبعض ان تحبط اعمالكم وانتم لا تشعرون. (حجرات: 2)

يعني : اي ايمان وارؤ! پنهنجا آواز (غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ) نبيءَ جي آواز کان مٿي نہ ڪيو ۽ ان جي بارگاهہ ۾ ائين آواز ڪري نہ ڳالهايو جيئن پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ڳالهائيندا آهيو. متان اوهان جا عمل ڇٽ ٿي وڃن ۽ توهان کي خبر بہ نہ پوي. يعني: جڏهن دربار رسالت ۾ ڪجهہ عرض ڪريو تہ آهستي ۽ گهٽ آواز سان عرض ڪريو. اهو ئي دربار رسالت جو ادب ۽ احترام آهي. هن آيت ۾ محبوب سائين جن جي اجلال واڪرام ۽ ادب واحترام جي تعليم فرمائي وئي آهي ۽ حڪم ڏنو ويو آهي تہ ندا ڪرڻ ۾ ادب جو پورو لحاظ رکون ۽ جيئن پاڻ ۾ هڪ ٻئي جو نالو وٺي ڪري سڏيون ٿا، اهڙي طرح نہ سڏيون. بلڪ ادب، تعظيم، توصيف ۽ تڪريم جي ڪلمن ۽ عظمت جي لقبن سان عرض ڪيون. جيڪو بہ عرض ڪرڻو هجي، ڇو تہ ادب جي ڇڏڻ سان نيڪين جي برباد ٿيڻ جو انديشو آهي.

تمام مفسرين ڪرام لکن ٿا تہ، محبوب ڪريم کي سندن نالي سان سڏڻ بي ادبي آهي، بلڪ يا رسول الله، يا حبيب الله، يا رحمة للعالمين جهڙن لقبن سان سڏڻ گهرجي!

---

(74) صحيح البخاري ص 94 جلد اول (كتاب الاذان)

☆ امام مجاهد بن جبرالقرشي متوفي 104ھ فرمائي ٿو:لاتنادوه باسمہ نداء ولکن قولوا لينا: يا رسول الله" يعني: محبوب ڪريم ڪي سندن اسم مبارڪ سان نداءِ نہ ڪيو، بلڪ نرمي سان چئو: يا رسول الله".(75)

(4)مزيد ارشاد آهي: "بيشڪ جيڪي الله جي رسول وٽ پنهنجن آوازن کي جهڪو رکندا آهن،اهي ئي آهن جن جي دلين کي الله پرهيزگاري واسطي پرکي چڏيو آهي، انهن واسطي بخشش ۽ وڏو ثواب آهي.

(حجرات: 3)

☆ مفسر لکن ٿا تہ،( لاترفعوا اصواتکم واري آيت جي نزول بعد) حضرت ابوبکر صديق،حضرت عمر فاروق ۽ ڪن ٻين صحابہ ڪرام رضي الله عنهم، دربار رسالت ۾ گهڻو احتياط لازم ڪري ورتو ۽ خدمت اقدس ۾ تمام هلڪي آواز ۾ عرض پيش ڪندا هئا. انهن سڀني جي حق ۾ اها آيت نازل ٿي! هونئن بہ رسول الله ﷺ جن جي محبت، اطاعت، تعظيم ۽ ادب ۾ صحابہ ڪرام کان وڌيڪ ڪامل ترين ٻيو ڪير ٿو ٿي سگهي!

☆ بخاري شريف ۾ حضرت مسوربن مخرمہ کان روايت آهي تہ، حديبيہ واري سال جڏهن قريشن عروه بن مسعود کي رسول الله ﷺ ۽ صحابہ ڪرام کي ڏسڻ لاءِ روانو ڪيو، تڏهن هن صحابہ ڪرام کي محبوب ڪريم جي محبت ۽ تعظيم ۾ مستغرق ڏسي وڃي قريشن کي ٻڌايو: "هو سندس وضوواري پاڻي کي پٽ تي ڪرڻ نہ پيا ڏين، ۽ سندس وضووارن قطرن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڄڻ اجهو ٿا وڙهن، هو پنهنجي محبوب جي وات ۽ نڪ مبارڪ واري پاڻي کي بہ جهٽي پيا وٺن ۽ پنهنجن چهرن ۽ جسمن تي پيا مهٽين ۽ ڪو بہ وار هيٺ نہ پيو ڪري، مگر ان کي بہ اڳٽي کڻي ٿا وٺن، هو حڪم ٿو ڪري تہ ترت تعميل ڪن ٿا، هو ڳالهائي ٿو تہ پنهنجي آوازن کي جهڪو ٿا ڪن. هن ڏانهن نهارين

(75) تفسير امام مجاهد ص 260 قول: 1593

تا تہ بہ ادب، محبت ۽ تعظيم وڃان تا نهارين! اي قريشن وارؤ آئون قيصر، ڪسري ۽ نجاشي جهڙن بادشاهن جي دربارن ۾ بہ ويو آهيان، پر الله جو قسم! ڪنهن بادشاهہ جا درباري پنهنجي بادشاهہ جي اهڙي تعظيم ڪٿي بہ نہ پيا ڪن، جهڙي تعظيم محمد ﷺ جا اصحابي پنهنجي نبيءَ جي تا ڪن ۽ ياد رکو! اوهان انهيءَ قوم کي ڪڏهن بہ شڪست ڏيئي نہ سگهندؤ. (76)

☆ حضرت انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي مٿو مبارڪ ڪوڙائيندي ڏٺو ۽ سندن اصحابي چوڌاري ڦريا بيٺا هيا ۽ محبوبن جو ڪو بہ وار مبارڪ هيٺ ڪري پيو تہ اهو ڪنهن نہ ڪنهن اصحابي جي هٿ ۾ ٿي ڪري پيو! ۽ تحقيق حضرت عثمان رضي الله عنہ کي جڏهن قريشن بيت الله جي طواف ڪرڻ جي اجازت ڏني، تڏهن حضرت عثمان اهو چئي طواف کان انڪار ڪيو تہ "ما ڪنت لا فعل حتي يطوف بہ رسول الله ﷺ" يعني: جيستائين رسول الله ﷺ طواف نٿو ڪري تيستائين آئون بہ هرگز طواف نہ ڪندس. (77)

احاديث مبارڪ ۽ سيرت طيبہ جي ڪتابن ۾، اهڙا ڪيئي ايمان افروز واقعا موجود آهن، جن مان صحابہ ڪرام جي رسول الله ﷺ سان بي انتها محبت، عشق، عقيدت ۽ سندن دربار جي آداب، تعظيم ۽ احترام جا روح پرور نظارا نظر اچن ٿا!

☆ امام شامي متوفي 942 هہ لکي ٿو، "يقين سان ڄاڻ تہ بيشڪ رسول الله ﷺ جن جو ادب، احترام، تعظيم ۽ توقير سندن ظاهري وصال کان پوءِ بہ ائين ئي لازم آهي، جيئن سندن ظاهري زندگي مبارڪ ۾ هيو ۽ اهڙي طرح محبوب ڪريم ﷺ جن جي ذڪر، حديث ۽ سنت جي ذڪر وقت ۽ سندن نالي مبارڪ ۽ سيرت جي ٻڌڻ وقت بہ اوتروئي ادب، تعظيم ۽ احترام ضروري آهي ۽ اهڙي طرح سندن آل، اولاد، اهلبيت ۽

(76) سبل الهدي والرشاد ص 436 ج 11
(77) سبل الهدي والرشاد ص 436 ج 1

صحابہ ڪرام جي تعظيم ۽ تڪريم بہ لازمي ۽ ضروري آهي. (78)
۽ حضور سرور ڪونين ﷺ جن جي فقط نالي مبارڪ جو ادب ۽ احترام بہ بخشش ۽ مغفرت جو سبب آهي.
☆ جيئن علامہ ابو نعيم اصفهاني متوفي 430ھ لکي ٿو: حضرت وهب بن منبہ کان روايت آهي تہ، بني اسرائيل ۾ هڪ شخص هيو، جنهن بہ سؤ سال الله تعاليٰ جي نافرماني ڪئي، پوءِ جڏهن وفات ڪيائين تہ ماڻهن کيس گهٽي گند واري جاءِ تي اڇلائي ڇڏيو، ان وقت الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليہ السلام ڏانهن وحي ڪئي تہ، وڃ ۽ ان شخص جي جنازي نماز پڙهہ! حضرت موسيٰ عرض ڪيو تہ، اي منهنجا رب! بني اسرائيل شاهدي ٿا ڏين تہ ان شخص بہ سؤ سال تنهنجي نافرماني ڪئي آهي! الله تعاليٰ وحي ڪئي تہ، هائو اهو گنهگار ٿي آهي "الا انه كان كلما نشر التوارت و نظر اسم محمد ﷺ قبلہ ووضعہ عليٰ عينيہ وصلي عليہ" مگر اهو جڏهن بہ تورات کوليندو هو ۽ محمد ﷺ جي نالي کي ڏسندو هو تہ ان کي چُمي، اکين سان لڳائيندو هو ۽ درود وسلام پڙهندو هو، پوءِ ان جي انهيءَ عمل سببان کيس معاف ڪيو اٿم ۽ سندن گناهہ بخشي ڇڏيا اٿم. (79)
اهڙي طرح محبوب ڪريم ﷺ جن جي پاڪ حديثن ۽ فرمانن جو ادب ۽ احترام بہ دربار رسالت جي آدابن ۾ شامل آهي!
☆ امام عبدالله بن مبارڪ متوفي 181ھ فرمائي ٿو تہ هڪ ڀيري آئون حضرت امام مالڪ بن انس جي خدمت ۾ هيس ۽ پاڻ اسان کي رسول الله ﷺ جن جون حديثون ٻڌائي رهيو هو، ان دوران هڪ وڇون کين لڳا تار سورهن ڏنگ هنيا، پر پاڻ حديث شريف جو سلسلو منقطع نہ ڪيائون، البتہ سندن رنگ منجي پيلو ٿيندو پئي ويو، پوءِ جڏهن محفل برخاست ٿي، تڏهن مون عرض ڪيو تہ قبلا! اڄ اوهان جو عجيب حال هيو!

---

(78) سبل الهدي والرشاد ص 394 ج 12
(79) حلية الاولياء و طبقات الاصفياء ص 45 ج 4 (روايت 695)

فرمايائين ته هائو! مونکي وچون سورهن ڏنگ هنيا. پر مون فقط رسول الله ﷺ جن جي حديث شريف جي عظمت سببان صبر ڪيو.(80)

☆ اهڙي طرح مطرف بن عبدالله کان به روايت آهي ته. حضرت امام مالڪ وٽ جڏهن ڪي ماڻهو ملاقات لاءِ ايندا هئا ته هڪ ٻانهي ٻاهر اچي چوندي هئي ته. منهنجو سائين ٿو فرمائي ته اوهان ڪو مسئلو پڇڻ آيا آهيو يا حديث شريف جي سماعت لاءِ آيا آهيو؟ پوءِ جيڪڏهن ملاقاتي چوندا هئا ته مسئلو پُـڇڻ آيا آهيون ته امام صاحب جن ترت ٻاهر نڪري ايندا هئا. پر جيڪڏهن چوندا هئا ته حديث شريف جي سماعت لاءِ آيا آهيون ته امام مالڪ سائين جلد غسل خاني ڏانهن ويندا هئا. غسل ڪري، سهڻا ڪپڙا پائي، خوشبوءِ لڳائي ۽ ڪُلهن تي سائي چادر وجهي پوءِ ٻاهر نڪرندا هئا. (81)

☆ اهڙي طرح محبوب ڪريم ﷺ جن جي روضي مبارڪ جي زيارت ۽ حاضري جا به آداب آهن. ۽ بيت الله شريف جي حج کان پوءِ سڀ کان وڏي سعادت حضور پاڪ صاحب لولاڪ ﷺ جن جي روضي مبارڪ جي زيارت ڪرڻ آهي ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو آهي "مَن زار قبري و جبت له شفاعتي" يعني جنهن منهنجي قبر انور جي زيارت ڪئي، ان لاءِ منهنجي شفاعت واجب آهي. (82)

۽ هڪ ٻئي حديث مبارڪ آهي ته. "من زارني باالمدينة محتسباً کنتُ له شهيداً وشفيعاً يوم القيامة" يعني: جنهن مديني شريف ۾ اچي ثواب جي نيت سان منهنجي زيارت ڪئي، مان ان جي لاءِ قيامت جي ڏينهن شاهد ۽ شفيع هوندس. (83)

☆مديني شريف جي مقدس ۽ پيلاري سفر تي رواني ٿيڻ وارن کي گهرجي ته. سموري واٽ ۾ درود ۽ سلام جي تلاوت ۾ مشغول رهن! تصور ۾

---

(80) سبل الهدي والرشاد ص 442 ج 11
(81) سبل الهدي والرشاد ص 442 ج 11
(82) الجامع الصغير سيوطي حديث 8715 (عن ابن عمر)
(83) الجامع الصغير حديث 871

پاڪ جي عظمت، رفعت ۽ بلندي جو خيال هجي ۽ ان کان وڌيڪ محبوب ڪريم ﷺ جن جي اعليٰ شان، عظمت ۽ بلند مقام جو خيال هجي، جو محبوب جي دربار اقدس ۾ الله جا ملائڪ بہ ادب ۽ احترام سان حاضر ٿيندا آهن. جڏهن سواري مديني جي مقدس شهر ۾ داخل ٿئي ۽ گنبذ خضريٰ جو روح پرور منظر اکين آڏو اچي تہ گهڻي درود ۽ سلام پڙهڻ کان هرگز غافل نہ ٿجي ۽ محبوب ڪريم جي عشق ۽ محبت واري شمع جا پروانا، روضي مبارڪ کي ڏسندي ئي سواري تان لهي پوندا آهن ۽ پيرين اگهاڙا ٿي، شهنشاھ ڪونين جي پلاري شهر ۾ داخل ٿيندا آهن. حضرت امام مالڪ جي زندگي جو گهڻو حصو مديني پاڪ ۾ گذريو ۽ ان عرصي ۾ پاڻ نہ ڪڏهن مديني جي حدن ۾ قضا حاجت ڪيائون ۽ نہ ڪڏهن مديني جي شهر ۾ جُتي پاتائون! بهرحال روضہ رسول ﷺ جي زيارت کان اڳ غسل ڪجي تہ بهتر آهي، نہ تہ وضو ڪري، سهڻو لباس پائي، خوشبوء لڳائي، روضي مبارڪ ڏانهن نهايت ادب ۽ احترام سان روانو ٿئي ۽ زبان تي درود ۽ سلام جو ورد هجي. مسجد نبوي عليٰ صاحبها الصلوة والسلام ۾ "باب البقيع" يا "باب السلام" وٽان داخل ٿيندي پهريان ساڄو پير رکي، ۽ ادب ۽ احترام جو مجسمو بڻجي مسجد نبوي ۾ داخل ٿئي. هيڏانهن هوڏانهن واجهائڻ ۽ مسجد جي سونهن ۽ سينگار ڏانهن متوجہ ٿيڻ بجاءِ، ٻہ رڪعتون نفل (تحيۃ المسجد) پڙهڻ بعد، ادب ۽ شوق سان، ڪنڌ جهڪائي، مواجہ شريف جي سامهون چئن هٿن جي مفاصلي تي هٿ ٻڌي، نهايت خشوع ۽ خضوع سان ائين بيهي جڻ نماز ۾ بيٺو آهي ۽ اهو يقين سان سمجهي تہ، محبوب ڪريم ﷺ حيات آهن ۽ پاڻ منهنجي ظاهري ۽ باطني احوال کي ڏسي رهيا آهن، ان بعد عاجزي سان سندن دربار ۾ درود ۽ سلام جا تحفا پيش ڪري ۽ پوءِ مواجہ شريف ڏانهن ئي منهن ڪري دعا ۾ مشغول ٿئي ۽ محبوبن ڪريم جي خاص وسيلي سان باري تعاليٰ کان دعا گهري ۽ پنهنجي گناهن جي معافي گهري ۽ آهستگي ۽ نرمي سان، اکين ۾ پاڻي آڻي عرض ڪري تہ، يا رسول الله! يا حبيب الله ! يار حمۃ

للعالمين! اوهان مون گنهگار جي حق ۾ سفارش ۽ شفاعت فرمايو! انهيءَ خاص شفاعت واري دُعا مهل ڇـُهرو مواجه شريف ڏانهن ٿي هجي ۽ پـُٺي ڪعبته الله شريف ڏانهن هجي! ان بعد حضرت سيدنا ابوبڪر صديق ۽ حضرت سيدنا عمر فاروق رضي الله عنهما جي زيارت ۽ مٿن سلام موڪلڻ بعد، ساڳئي ادب ۽ احترام سان، باري تعاليٰ جا بيحد شڪرانا ادا ڪندي پوئين پير واپس موٽي!

"سيرت شاميه" ۾ آهي ته، هڪ ڀيري خليفو ابو جعفر جڏهن دربار رسالت جي زيارت لاءِ آيو ته ان وقت امام مالڪ سائين به موجود هيو. خليفي امام صاحب کان سوال ڪيو ته، آئون رسول الله ﷺ وسلم جن ڏانهن منهن ڪري دُعا گهران يا حضور جن کي پـُٺي ڏيئي، ڪعبته الله ڏي مُنهن ڪيان؟ تڏهن حضرت امام مالڪ سائين فرمايو: "لم تصرف وجهک عنه؟ وهو وسيلتک ووسيلة ابيک آدم عليه السلام الي الله تعاليٰ يوم القيامته. بل استقبله واستشفع به فيشفعک الله" يعني: ڇا لاءِ ٿو، رسول الله ﷺ جن کان مُنهن ڦيرائين؟ حالانڪ اهو محبوب تنهنجو وسيلو آهي ۽ تنهنجي ابي حضرت آدم جو به قيامت جي ڏينهن بارگاهه الاهي ۾ وسيلو آهي، بلڪ دُعا مهل محبوبن ڏانهن ٿي مُنهن ڪر ۽ حضور جن کان شفاعت جي طلب ڪر. پوءِ ضرور پاڻ ڪريم ﷺ جن الله تعاليٰ وٽ تنهجي شفاعت ڪندا. ڇو ته الله تعاليٰ پاڻ فرمايو آهي " ۽ جيڪڏهن اهي پنهنجي نفسن تي ظلم ڪن ٿي اي محبوب! تنهنجي دربار ۾ حاضر ٿين. پوءِ الله کان معافي گهرن ۽ رسول به انهن جي شفاعت ۽ سفارش ڪري ته ضرور الله کي توبه قبول ڪندڙ ۽ مهربان لهندا." (84)

(84) سبل الهدي والرشاد ص 395 ج 12

**(ج) مُرشد جي دربار جا آداب:**

جيئن بارگاهه الاهي، دربار رسالت ۽ صحابہ ڪرام وتابعين عظام جي محفلن ۽ مقامن جا آداب مقرر آهن، تيئن الله جي ڪامل ولين، طريقت جي مشائخن، مرشدن ۽ رباني عالمن جا بہ آداب ضروري آهن. ان حوالي سان علم ۽ عرفان جي صاحبن، قرآن ۽ سنت جي روشني ۾ سچن مُريدن، ارادتمندن ۽ طالبن لاءِ آداب ۽ طور طريقا مقرر ڪيا آهن، جن کي "آداب المريدين" چئبو آهي، يعني اهي عمل، آداب ۽ رسمون جيڪي شريعت ۽ طريقت جي لحاظ سان مُريد، سالڪ ۽ طالب جي سچي زندگي کي شامل هجن ۽ اهي سالڪ ۽ سچي مريد لاءِ سلوڪ جي واٽ طئي ڪرڻ ۽ ڪامل مرشد جي وسيلي سان، مقصود حقيقي تائين پهچڻ ۾ نهايت ضروري آهن!

☆حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي متوفي 632 هه فرمائي ٿو: "وكما ان للدعاء اوقاتا وآدابا وشروطا لانه مخاطبة الله، فللقول مع الشيخ ايضا آداب وشروط لانه من معاملة الله تعالىٰ" يعني: جيئن دُعا لاءِ بہ اوقات، آداب ۽ شرط آهن، ڇو تہ دُعا ۾ پانهنجو الله تعالىٰ سان مخاطب هوندو آهي، تيئن مُرشد سان ڳالهائڻ وغيره جا بہ آداب ۽ شرط آهن، ڇو تہ اهو بہ الله تعاليٰ جي معاملن مان هڪ معاملو آهي. (85)

☆ ۽ خواجہ ناصر الدين عبيدالله احرار متوفي 895هه فرمائي ٿو: " مريد را رعايت آدابِ بـه نسبت مقتدي ازاهم مهمات است "يعني : مُريد جي لاءِ پنهنجي مُرشد رهبر جي آدابن جو لحاظ رکڻ، اهم ترين معاملن مان آهي. (86)

قرآن پاڪ ۾ بہ حضرت خضر ۽ حضرت موسيٰ عليهما السلام جو واقعو مرشد ۽ مريد، استاد ۽ شاگرد، تابع ۽ متبوع، معلم ۽ متعلم جي آداب

---

(85)عوارف المعارف ص 241 / الابريز ص 358
(86) ملفوظات احرار (فارسي) ص 203، ملفوظ 247

۽ طور طريقن کي سمجهڻ لاءِ ڪافي آهي، ۽ گهڻن مفسرن، محدثن، صوفياءِ ڪرام ۽ مشائخن ان ئي واقعي مان "مُريدن جي آدابن" جو استدلال ۽ استفادو ڪيو آهي.

(1) باري تعاليٰ جو ارشاد آهي:

(حضرت موسيٰ حضرت خضر کي) چيو، ڇا مان توسان گڏ رهان، هن شرط تي تہ تون مون کي نيڪ ڳالهہ سيکاريندين جنهن جي توکي تعليم ملي آهي؟ (حضرت خضر) چيو تہ، بيشڪ تون مون سان هرگز صبر ڪري نہ سگهندين، ۽ تون ان ڳالهہ تي ڪيئن صبر ڪندين جنهن کي تنهنجو علم شامل نہ آهي (حضرت موسيٰ) چيو تہ جيڪڏهن الله گهريو تہ ضرور تون مون کي صبر وارو لهندين ۽ آئون تنهنجي ڪنهن بہ حڪم جي ابتڙ نہ هلندس، "قال فان التبعتني فلا تسئلني عن شيءٍ حتيٰ احدث لک منـه ذکراً" (ڪهف:آيت 66 کان 70) (حضرت خضر) فرمايو تہ جيڪڏهن تون منهنجي تابعداري ڪرين ٿو تہ پوءِ تيستائين مون کان ڪوبہ سوال نہ ڪجان، جيستائين مان پاڻ توسان ان جو ذڪر نہ ڪيان."

☆ امام ابوالقاسم قشيري متوفي 465 فرمائي ٿو: حضرت موسيٰ جڏهن حضرت خضر سان صحبت جو ارادو ڪيو، تڏهن سڀ کان پهريان صحبت جي شرطن ۽ آدابن جو لحاظ رکندي اجازت طلب ڪيائين "ڇا توسان گڏ رهان!" پوءِ حضرت خضر وري اهو شرط رکيو تہ تون ڪنهن بہ ڪم يا معاملي ۾ سوال يا اعتراض نہ ڪندين! پوءِ جڏهن حضرت موسيٰ صبر نہ ڪيو ۽ اعتراض ڪرڻ لڳو تہ حضرت خضر پهرين ۽ ٻئي ڀيري کين معاف ڪيو، پوءِ جڏهن ٽيون ڀيرو اعتراض ڪيائين تڏهن حضرت خضر ـکانئس الڳ ٿيندي چيو " هذا فراق بيني وبينک" يعني: هاڻي منهنجي ۽ تنهنجي وچ ۾ جدائي آهي! (87)

(87) الرسالة القشيريه ص 361

☆ اهڙي ئي وضاحت علامہ ابوعبدالله محمد بن ابي بڪر رازي حنفي متوفي 666 هہ ڪئي آهي. (88)

☆ حضرت شيخ نجم الدين رازي متوفي 654هہ بہ "مريدن جي آدابن" واري باب جي منڍ ۾ اهائي آيت پيش ڪندي ان مان مريدن جي آدابن جو استدلال ڪيو آهي. (89)

☆ مفسر قرآن، قاضي ابو سعيد محمد بن محمد عمادي حنفي متوفي 982 هہ لکي ٿو: "وهذامن ادب المتعلم مع العالم والتابع من المتبوع" يعني: اهو (سوال يا اعتراض نہ ڪرڻ) شاگرد ۽ مريد لاءِ پنهنجي استاد ۽ مرشد جي آدابن مان آهي. (90)

☆ امام العارفين حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي متوفي 1234 هہ جن بہ (ملفوظات شريف ۾) حضرت موسيٰ ۽ حضرت خضر عليهما السلام جي انهيءَ واقعي کي تفصيل سان بيان ڪرڻ بعد فرمائن ٿا: "اهو مثال پير ۽ مريد تي آهي، مريد کي ڪيي تہ مرشد جيڪي بہ ڪري تنهن تي اعتراض نہ وٺي، بلڪ ان کي حق ڄاڻي ۽ سچو ارادو ۽ ويساهہ نہ مٽائي، نہ تہ "هذا فراق بيني و بينک" جو خطاب ٻڌڻو پوندس." (91)

☆ علامہ سيد نعيم الدين مُراد آبادي متوفي 1367هہ لکن ٿا: هن (حضرت موسيٰ ۽ حضرت خضر جي واقعي) مان معلوم ٿيو تہ، شاگرد ۽ مريد جي آدابن مان آهي تہ اهو استاد ۽ مرشد جي افعال تي اعتراض جي زبان نہ کولي ۽ منتظر رهي جيستائين اهي پاڻ ئي ان جي حڪمت کي ظاهر فرمائن. (92)

(2) ٻئي هنڌ ارشاد باري تعاليٰ آهي: ياايهاالذين امنوا لاترفعوا اصواتکم

---

(88) حدائق الحقائق ص 180 (باب 58)

(89) مرصاد العباد ص 250 (فصل يارهون، باب ٽيون)

(90) تفسير ابو سعود ص 204 ج 4

(91) مجمع الفيوضات ص 190 ج پهريون (باب 4، فصل 3)

(92) خزائن العرفان حاشيہ ڪنزالايمان ص 363

فوق صوت النبي (حجرات: 3) يعني: اي ايمان وارؤ! پنهنجا آواز نبيءِ جي آواز کان مٿي نہ ڪريو! اها آيت شريف دربار رسالت جي آدابن بابت نازل ٿي آهي، مگر گهڻن مفسرن انهيءَ آيت مان رباني عالمن ۽ طريقت جي مشائخن ۽ مرشدن جي آدابن جو بہ استدلال ڪيو آهي، ڇو تہ رباني عالم ۽ طريقت جا مشائخ، درحقيقت نبين سڳورن جا نائب ۽ وارث آهن. جيئن حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ، رسول الله ﷺ فرمايو: "اكرموا العلماءَ فانهم ورثة الانبياءِ، فمن اكرمهم فقد اكرم الله ورسوله" يعني عالمن جي عزت ۽ احترام ڪيو، بيشڪ اهي نبين جا وارث آهن، پوءِ جنهن انهن جي عزت ڪئي، تنهن تحقيق الله ۽ ان جي رسول جي عزت ڪئي" (93)

☆ امام عبدالوهاب شعراني متوفي 973ھ لکي ٿو: "ان الشيوخ رضي الله عنهم نواب الشارع ﷺ في ارشاد جميع الناس بل هم الورثة للرسل علي الحقيقة" يعني: بيشڪ مشائخ سڳورا، سيني ماڻهن ۾ رُشد ۽ هدايت جي ونڊ ورهائڻ جي اعتبار سان رسول الله ﷺ جن جا نائب آهن، بلڪ حقيقت ۾ سيني رسولن سڳورن جا وارث آهن." (94)

ان ڪري قرآن پاڪ ۾ دربار رسالت عليٰ صاحبها الصلوٰة والسلام جي آدابن بابت جيڪي بہ آيتون ۽ ارشاد آهن، انهن مڙني مان رباني عالمن ۽ مشائخن جي آدابن جو بہ استدلال ڪيو ويو آهي!

☆ مفسر قرآن، علام قرطبي متوفي 671ھ لکي ٿو: "وكره بعض العلماءِ رفع الصوت في مجالس العلماءِ تشريفاً لهم اذ هم ورثة الانبياءِ" يعني: بعض عالمن، علماءِ ڪرام جي مجلسن ۾ بہ آواز بلند ڪرڻ کي مکروھ ڄاتو آهي، علماءِ جي شرف ۽ عزت جي ڪري، ڇو تہ اهي نبين جا وارث آهن. (95)

---

(93) الجامع الصغير حديث 1428

(94) الانوار القدسيہ في معرفت قواعد الصوفيہ ص 6 ج 2

(95) تفسير قرطبي ص 202 ج 16

☆ علامہ شيخ اسماعيل حقي متوفي 1137هہ لکي ٿو: "وفي الاية اشارة الیٰ غض الصوت عند الشيخ المرشد ايضاً لانہُ الوارث ولہ الخلافة" يعني: انهيءَ آيت ۾ هن ڳالهہ ڏانهن بہ اشارو آهي تہ. شيخ مرشد جي حضور ۾ بہ آواز کي جهڪو رکيو وڃي ڇوتہ اهو (مرشد. رسول الله ﷺ جن جو) خليفو. نائب ۽ وارث هوندو آهي. (96)

يعني: ڪامل مرشد. پنهنجي مُريدن ۾ راهہ سلوڪ جي پانڌيئڙن کي پنهنجي تعليم. تربيت ۽ طريقي سان. باري تعاليٰ جي راهہ ڏيکارڻ ۽ سندس بي مثال بارگاهہ ۾ پهچائڻ ۽ مقبول ڪرڻ جو واسطو ۽ وسيلو هوندو آهي ۽ رباني عالمن وانگر رسول الله ﷺ جن جو نائب ۽ خليفو هوندو آهي، ان ڪري مرشد جي حضور ۾ آواز جهڪو رکڻ ۽ ادب واحترام جو پورو لحاظ رکڻ ضروري آهي!

☆ علامہ حقي مزيد لکي ٿو: "بزرگان گفتہ اند: من ترک الاداب رُد عن الباب. نهصد هزار سالہ طاعت ابليس بـہ يک بي ادبي ضايع شد. ومن ادب المريد ان لا يتكلم بين يدي الشيخ. يعني: بزرگن فرمايو آهي تہ ، جنهن آدابن جي واڳ ڇڏي اهو دروازي تان ٿي تڙجي ويو. ابليس شيطان جي نو لک سالن واري عبادت بہ رڳو هڪڙي بي ادبي سببان برباد ٿي. ۽ مريد جي آدابن مان اهو بہ آهي تہ. مرشد جي اڳيان نہ ڳالهائي. (97)

☆ صحيح بخاري شريف جي ڪتاب العلم جي هڪ باب "الانصات للعلماءِ" (عالمن لاءِ خاموشي اختيار ڪرڻ) ۾ حضرت جرير رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ "ان النبي ﷺ قال لہُ في حجة الوداع استنصت الناس" بيشڪ نبي ڪريم ﷺ جن حجتہ الوداع، ۾ مون کي فرمايو تہ ماڻهن کي خاموش ڪراءِ!" (98)-

☆ بخاري شريف جو عظيم شارح، علامہ ابوالحسن علي بن خلف

---

(96) تفسير روح البيان ص 63 ج 9

(97) تفسير روح البيان ص 67 ج 9

(98) صحيح بخاري ص ج اول - حديث 121

المعروف ابن بطال متوفي 449هـ لکي ٿو: "ابوزناد فرمايو ته, عالمن لاءِ خاموشي اختيار ڪرڻ ۽ انهن جي تعظيم, ادب ۽ احترام ڪرڻ طالبن لاءِ ضروري آهي, ڇو ته علماءِ نبين جا وارث آهن, ۽ اها به تاويل ڪئي وئي آهي ته حديث شريف جي قرات وقت به خاموشي اختيار ڪرڻ ائين ئي واجب آهي, جيئن خود رسول الله ﷺ جن لاءِ! ۽ اهڙي طرح عالمن جي توقير, تعظيم ۽ انهن لاءِ خاموشي اختيار ڪرڻ به واجب آهي, ڇوته اهي سنت کي زنده رکندڙ ۽ شريعت کي قائم ڪندڙ آهن. (99)

☆ اهڙي ئي وضاحت علام بدرالدين عيني متوفي 855هـ ۽ ٻين شارحن پڻ ڪئي آهي. (100)

☆ علام سيدي احمدبن مبارڪ سجلماسي مالڪي متوفي 1156هـ پنهنجي مشائخن جو فرمان لکي ٿو ته, "لاترفعوا ايها المريدون اصواتکم فوق صوت الشيخ فان ذالک يخل باالادب" اي مريدؤ! پنهنجا آواز مرشد جي آواز کان مٿي نه ڪيو, بيشڪ اها بي ادبي آهي ۽ مريد کي گهرجي ته مرشد سان ڪلام ڪرڻ کان اڳ, باري تعاليٰ کان ادب جي توفيق جي دُعا گهري وٺي. (101)

(3) اهڙي طرح " سورت حجرات" جي شروعاتي آيت (لاتقدموا بين يدي الله ورسوله) به دربار رسالت جي آدابن سيکارڻ واسطي باالخصوص صحابه ۽ باالعموم, تمام ايمان وارن جي حق ۾ نازل ٿي آهي, پر صوفياءِ ڪرام ان مان به "مرشد ۽ مريد" جي آدابن جو استفادوڪن ٿا, جيئن شيخ شهاب الدين سهروردي متوفي 632هـ فرمائي ٿو: مفسر ڪلبي جي بقول ته ان حڪم مان مراد آهي ته قول توڙي عمل ۾ رسول الله ﷺ جن کان آ ڳرائي نه ڪيو, ايستائين جو حضور جن پاڻ ئي توهان کي ڪنهن ڪم جو حڪم فرمائن, پوءِ اهوئي طريقو ۽ طرز عمل

---

(99) شرح بخاري ابن بطال ص 197 ج 1

(100) عمدة القاري ص 282 ج 2

(101) الابريزمن ڪلام سيدي عبدالعزيز ص 200

مريد جو هٿڻ گهرجي. ايستائين جو سندس پنهنجو ارادو ۽ اختيار باقي نہ رهي، ۽ مريد پنهنجي ذات ۽ مال ۾ بہ مرشد جي حڪم کان سواءِ تصرف نہ ڪري، ۽ اهو بہ چيو ويو آهي تہ "لاتقدموا" مان مراد آهي تہ حضور جن جي اڳيان اڳيان (ڪين پنڌ ڪري ڏيئي) نہ هلو. جو اها بي ادبي آهي، جيئن حضرت ابودرداءِ کان روايت آهي، هڪ ڀيري آئون حضرت ابو بڪر صديق رضي الله عنہ جي اڳيان اڳيان پئي هليس ۽ حضور جن مون کي ڏسي فرمايو: اي ابودرداءِ! ڇا تون اهڙي شخص جي اڳيان اڳيان پيو هلين، جيڪو دنيا ۽ آخرت ۾ توکان افضل آهي؟ بهرحال مرشد جي محفل ۾ بہ مريد لاءِ اهي آداب مقرر آهن، مريد ڪيئ ڪيي تہ. مرشد جي دربار ۾ بلڪل خاموش رهي ۽ سندس آڏو ڪا چڱي ڳالهہ بہ اجازت وٺڻ کانسواءِ نہ چوي! (102)

اهڙي طرح " مريدن جي آدابن " بابت بين گهڻن مشائخن ۽ بزرگن جا بہ ارشادات آيل آهن:

☆ حضرت ابوالفيض ذوالنون مصري متوفي 245هہ فرمائي ٿو :"جڏهن مريد، مشائخن جي آدابن کي وساريندو آهي تہ پوءِ (ڪنهن منزل تي پهچڻ بغير) ان ساڳي هنڌ پهچندو آهي، جتان کان هلبو هو." (103)

☆ حضرت سهل بن عبدالله تستري متوفي 283هہ فرمائي ٿو: "جيڪو بہ مريد مشائخن سان بنان ادب ۽ احترام جي صحبت ڪندو، اهو انهن جي فيض، فائدي ۽ انهن جي نگاهہ جي برڪتن کان محروم رهندو (104)

☆ حضرت ابو محمد جعفر خلدي متوفي 348هہ فرمائي ٿو: " من لم يحفظ الادب مع المشايخ سلط الله عليہ الكلاب اللتي توذيہ". يعني جيڪو مرشدن جي آدابن جي حفاظت نٿو ڪري، تہ الله ان تي ڪتن کي مسلط ڪندو جيڪي کيس ايذائيندا رهندا. (105)

---

(102) عوارف المعارف ص 650

(103) الرسالة القشيريہ ص 319

(104) الانوار القدسيہ ص 9 ج 2

(105) الانوار القدسيہ ص 8 ج 2

☆ حضرت ابوالقاسم ابراهيم نصراباذي متوفي 361هه فرمائي ٿو: "تصوف جو بنياد ۽ اصل آهي ڪتاب الله ۽ سنت کي لازم ڪري وٺڻ، نفساني خواهشن ۽ بدعتن کي ترڪ ڪرڻ ۽ مرشدن جي رُتبن ۽ حرمتن جي تعظيم ۽ ادب ڪرڻ (106)

☆ حضرت ابراهيم بن حرب فرمائي ٿو: جنهن شخص الله جي ولين، صالحن پاڻهن ۽ مشائخن جا آداب سکي ورتا، اهو ئي معبود جي مشاهدي واري نعمت جو حقدار بڻبو آهي. (107)

☆ حضرت ابو عبدالله احمدبن عطا الروذباري متوفي 369هه فرمائي ٿو :"من خدم الاولياء بلا ادب هلک "يعني: جنهن ولين جي خدمت بنان ادب جي ڪئي، اهو هلاڪ ٿيو! (108)

☆ حضرت ابوعبدالله شجري فرمائي ٿو: "انفع شيء للمريدين صحبة الصالحين، والاقتداءِ بهم في افعالهم واخلاقهم وشمائلهم، وزيارة قبورالاولياء، والقيام بخدمت الاصحاب والرفقاء" يعني: مريدن جي لاءِ سڀ کان وڌيڪ نفعي واريون شيون آهن:صالحن جي صحبت اختيار ڪرڻ ۽ انهن جي افعال، اخلاق ۽ آدابن ۾ سندن پيروي ڪرڻ، ولين جي قبرن جي زيارت ۽ پنهنجي طريقت جي ساٿين ۽ رفيقن جي خدمت ۾ مشغول رهڻ". (109)

اهڙي طرح "تصوف" جي سيني ڪتابن ۾ مريدن جي آداب بابت وڏي تعداد ۾ صوفياءِ ڪرام جا ارشادات آيل آهن، ۽ تصوف جا ڪجهه اهڙا بہ ڪتاب آهن، جن ۾ خاص "مريدن جي آدابن "بابت الڳ عنوان قائم ڪيل آهن. جن مان چند ڪتابن جا چونڊ اقتباس هتي ڏجن ٿا.

**تصوف جي ڪتابن ۾ مريدن جا آداب:**

تصوف جي تقريبا سيني ڪتابن ۾ "مريدن جي آدابن" واري هن موضوع

(106) لواقح الانوار في طبقات الاخيار ص 173 ج 1

(107) نزهت المجالس ص 365 ج 1

(108) لواقح الانوار ص 174 ج 1

(109) طبقات الصوفيه ص 355 / حلية الاولياء ص 350 ج 10 / لواقح الانوار ص 142

جي حوالي سان مواد موجود آهي، انهن ڪتابن ۾ شيخ يحيٰ بن معاذ رازي متوفي 258هه جو "ڪتاب المريدين" حضرت جنيد بغدادي متوفي 298هه جو "تصحيح الارادت"، ابو عثمان سعيد بن سلام مغربي متوفي 373هه جو "ادب السلوڪ" ۽ محمد بن يعقوب الفرجي جو "صفات المريدين" سڀ ڪان اڳاتا ڪتاب آهن.

ان ڪان علاوه شيخ ابونصر سراج طوسي متوفي 378هه جي "ڪتاب اللمع" ،شيخ ابوبڪر ابن ابي اسحاق الڪلاباذي متوفي 385هه جي" ڪتاب التعرف لمذهب اهل التصوف"، شيخ ابوطالب مڪي متوفي 386 هه جي" قوت القلوب في معاملة المحبوب"، شيخ ابوعبدالرحمان سلمي نيشا پوري متوفي 412هه جي "طبقات الصوفيه"، شيخ ابونعيم اصفهاني متوفي 430هه جي "حلية الاولياء وطبقات الاصفياء"،امام ابوالقاسم قشيري متوفي 465هه جي "الرسالة القشيريه"، حضرت داتا گنج بخش متوفي 465هه جي "ڪشف المحجوب"،علامہ ابن جوزي متوفي 505هه جي "صفوة الصفوة"، شيخ ابوالخير ابوسعيد متوفي 558هه جي "اسرار التوحيد"، سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني متوفي 561هه جي "غنية الطالبين"، شيخ شهاب الدين سهروردي متوفي 632هه جي "عوارف المعارف"، شيخ محي الدين ابن عربي متوفي 638 هه جي" فتوحات مڪيه"، شيخ نجم الدين رازي متوفي 665 هه جي "مرصاد العباد"، عارف بالله جلال الدين رومي متوفي 672هه جي "مثنوي شريف"، خواجہ عبيدالله احرار متوفي 895هه جي "ملفوظات"،عبدالرحمان جامي متوفي 898هه جي "نفحات الانس"، خواجہ شرف الدين يحيٰ منيري جي "مڪتوبات صدي" ۽ امام عبدالوهاب شعراني متوفي 973هه جي مختلف ڪتابن ۾ ڪٿي اجمالي تہ ڪٿي تفصيلي طور "مريدن جي آدابن "بابت روشني وڌي وئي آهي. انهن مڙني ڪتابن مان "مريدن جي آدابن۾ بابت ڪجھ حوالا هتي پيش ڪجن ٿا:

(1) كتاب اللمع: حضرت شيخ ابونصر سراج طوسي متوفي 378ھ جن جو هي مشهور ڪتاب تصوف جي بنيادي ۽ اهم ڪتابن ۾ شامل آهي، هن ڪتاب جي اها خصوصيت آهي جو منجهس "آدابن" جي حوالي سان گهڻو مواد موجود آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل ٻارهن باب آهن. جيڪي ڏيڍ سئو فصلن تي مشتمل آهن، انهن ٻارهن بابن مان ڇهون باب "آداب المتصوف" آهي، جنهن جا ڇويهه فصل آهن. جن ۾ شريعت ۽ طريقت جي روشني ۾ صوفين سڳورن جي آدابن کي بيان ڪيو ويو آهي ۽ هڪ پورو فصل خاص "مريدن جي آدابن" بابت آهي!

(2) الرسالة القشيريه: حضرت امام ابوالقاسم عبدالڪريم بن هوازن القشيري نيشاپوري متوفي 465ھ جن جو هي ڪتاب تصوف جي اهم ۽ جامع ڪتابن ۾ شامل آهي، هن ۾ حضرت ابراهيم بن ادهم کان حضرت ابوعبدالله روذباري تائين ٽياسي (83) مشهور ۽ معروف صوفياءِ ڪرام ۽ مشائخين عظام جو احوال ۽ سندن ارشادات کان علاوه، تصوف جي لڳ ڀڳ هڪ سئو بنيادي اصطلاحن ۽ سلوڪ جي مقامن ۽ آدابن جي تشريح ڪيل آهي.

" الرساله القشيريه" جي آخر ۾" باب الوصية للمريد" جي عنوان سان هڪ باب مريدن جي آدابن بابت آهي. جنهن ۾ پاڻ لکن ٿا: "ثم يجب علي المريد ان يتادب بشيخ فان لم يکن له استاذ لا يفلح ابدًا" يعني: مُريد تي واجب آهي ته ڪنهن مرشد کان تربيت حاصل ڪري، ڇو ته جنهن جو مُرشد ناهي اهو ڪڏهن به ڪامياب نه ٿي سگهندو". ۽ مون حضرت ابو علي دقاق کي فرمائيندي ٻڌو ته، جيڪو وڻ ٻنان ڪنهن پوکڻ واري جي ڦٽندو آهي، اهو پنن کان سواءِ ڪو به ميوو ناهي ڏيندو. اهڙي طرح مُريد لاءِ به جيڪڏهن اهڙو مرشد ناهي جنهن کان وڪ وڪ ۽ ساهه تي رستو سکي ته اهو پنهنجي خواهش جو پوڄاري آهي ۽ ڪامياب نه ٿيندو."و من شرطه ان لا يکون له بقلبه اعتراض علي شيخه" ۽

مُريديءَ جي شرطن مان هڪ شرط هي بہ آهي تہ، پنهنجي مرشد تي دل ۾ بہ اعتراض نہ هجي.(110)

☆ ابوسهل صعلوڪي فرمايوآهي تہ، جنهن پنهنجي مرشد کي فقط ايترو چيو: "ڇالاءِ"، تہ اهو ڪڏهن بہ ڪامياب ڪو نہ ٿيندو (111)

(3) غنيـة الطالبين: هي عظيم ڪتاب، حضرت غوث اعظم، محبوب سبحاني،قطب رباني، سيدنا عبدالقادر جيلاني رضي الله عنہ متوفي 561هہ جن جي جامع ۽ مبسوط تصنيف آهي، ڪتاب جو اصل نالو "الغنيـة لطالب طريق الحق" آهي. جيڪو پاڻ ڪتاب جي مقدمي ۾ بيان ڪيو اٿن، ڇويهہ ڪن تفصيلي بابن تي مشتمل هن ڪتاب ۾ شرعي احڪام، عبادتن، اسلام مهينن جي فضيلتن، مسنونہ دعائن، ذڪر فڪر، صبح شام جي وردن وظيفن وغيره جي تفصيلي ذڪر سان گڏ، هڪ پورو باب "آداب المريدين" جي نالي سان آيل آهي، جنهن جا ڪجهہ چونڊ ٽڪرا هتي ڏجن ٿا:

☆ سلوڪ واري واٽ ۾ مبتدي مريد لاءِ بنيادي ڳالهہ عقيدن جو صحيح رکڻ آهي، يعني سلف صالحين ۽ اڳين اهلسنت جي بزرگن جي عقيدن تي قائم رهڻ، ۽ نبين رسولن، اصحابن، تابعين ۽ سڀن ڀانهن جي طريقي تي قائم رهڻ ضروري آهي (112)

☆ اوامر، مناهي، اصول ۽ فروع ۾ قرآن پاڪ ۽ حديث شريف جي پابندي سندس لاءِ ضروري آهي.

☆ مريد کي ڪوتاهي ۽ سستي ڪان بچڻ گهرجي ۽ باري تعاليٰ جي رضا واري واٽ کان سواءِ هڪ وک بہ ٻئي پاسي نہ ڪڍي!

☆ انهن ماڻهن سان هرگز ميل ميلاپ نہ رکي؛ جيڪي اسلام ۽ ايمان جي دعوت تہ ڏين ٿا، پر عمل کان ڪوتاهہ ۽ وانجهيل آهن!

---

(110) الرسالۃ القشيريہ ص 426

(111) الرسالۃ القشيريہ ص 426

(112) غنيـۃ الطالبين ص 610 باب 24

☆ مريد کي کپي تہ جو ڪجھ ڪيس حاصل ٿئي، ان کي الله جي واٽ ۾ خرچ ڪري ڇڏي، هميشہ عاجزي ۽ نوڙت اختيار ڪري، بک ۽ گمنامي کي پسند ڪري، ماڻهن جي ملامت تي خوش ٿئي، پاڻ بکيو رهي ۽ ٻين کي کارائي!

☆جيڪڏهن ڪو بہ مريد انهن معاملن تي راضي نہ ٿيندو ۽ پنهنجي نفس کي انهن حالتن ۾ پر سڪون نہ رکندو تہ ان تي معرفت جي رازن جو کلڻ ناممڪن آهي، ۽ هو ان سلوڪ واري واٽ ۾ ڪجھ بہ نہ ڪري سگھندو.

☆ مريد لاءِ ضروري آهي تہ پنهنجي ڪيل گناهن ۽ خطائن جي معافي ۽ آئنده گناهن کان محفوظ رهڻ جون دعائون گهرندو رهي.

☆ مريد تي واجب آهي تہ، ظاهري عمل ۾ مرشد جي مخالفت نہ ڪري ۽ نہ وري دل ۾ مٿس اعتراض ڪري، ڇو تہ ظاهر ۾ مرشد جي نافرماني ڪرڻ وارو گستاخ ۽ بي ادب آهي، ۽ باطن ۾ مرشد تي اعتراض ڪرڻ وارو، پنهنجي تباهي ۽ بربادي جوڀاڻ سامان تيار ڪندڙ آهي.

☆ جيڪڏهن طريقت جي مرشد کان، ڪوعمل شريعت جي خلاف ٿيندو ڏسي تہ رڳو اشاري ۽ ڪنايي ۾ ان جو سبب پڇڻ جي ڪوشش ڪري ۽ سڌي طرح هرگز سوال نہ ڪري. (ص 612)

☆ جيڪڏهن مرشد ۾ ڪوعيب نظر اچي تہ ان جي پردي پوشي ڪري ۽ ان جي ڪا شرعي تاويل ڪدي ۽ ان بابت پنهنجي نفس کي غلط سمجهي يعني اهو خيال ڪري تہ مون مرشد بابت جو ڪجھ سمجهيو آهي، اهو غلط سمجهيو آهي، پر جيڪڏهن ان فعل جو ڪو بہ شرعي عذر نہ ٿي سگھي تہ پوءِ مرشد لاءِ استغفار ڪري. (ص 613).

☆ طريقت جو مرشد جيڪڏهن ناراض ٿي پوي يا ڪائنس ڪنهن بہ قسم جي بي توجهي ظاهر ٿئي تہ مريد ڪائنس پري نہ ٿئي. بلڪ پنهنجي حال جو جائزو وٺي ۽ فڪر ڪري تہ، ڪٿي مون کان مرشد جي حق ۾ ڪا گستاخي ۽ بي ادبي تہ ڪو نہ ٿي آهي؟ يا حق جي ادائيگي ۾ مون کان ڪا ڪوتاهي تہ نہ ٿي آهي؟ جيڪڏهن الله تعاليٰ جي حقن ۾ ڪائنس ڪو

قصور ٿيو آهي تہ پهريان الله تعاليٰ کان توبہ استغفار ڪري ۽ آئنده مرشد جي حڪم جي ابتڙ ڪوبہ ڪم نہ ڪرڻ جو واعدو ڪري ۽ مرشد جي رضا ۽ سندس توجہ جي حصول جي ڪوشش ڪري. (ص 613)

☆ مريد کي کپي تہ هميشہ مرشد جي حڪم جي فرمانبرداري ڪري ۽ مرشد کي باري تعاليٰ تائين پهچڻ جو وسيلو، ذريعو، رستو ۽ سبب ڄاڻي ۽ ڪيس هي مثال سمجهڻ گهرجي: جيڪڏهن ڪوماڻهو بادشاهہ جي دربار ۾ پهچڻ چاهي، ۽ بادشاهہ کيس سڃاڻندو نہ هجي تہ لازمي طور ان کي ڪنهن بادشاهي وزير، خاص خدمتگار يا بادشاهہ جي ڪنهن ويجهي ۽ مقرب ماڻهو جو وسيلو ڳولڻو پوندو تہ جيئن شلهي آدابن ۽ حضوري جي طور طريقن کان واقف ٿئي، ۽ مدعا پيش ڪرڻ جو طريقو ۽ ساڻس گفتگو جو نمونو سکي وٺي ۽ اهو بہ معلوم ڪري وٺي تي بادشاهہ جي خدمت ۾ ڪهڙا ميوا يا تحفا پيش ڪرڻ جي لائق آهن ۽ اهي ڪهڙيون شيون آهن جيڪي بادشاهہ کي پسند يا نا پسند آهن، ان ڪري سندس لاءِ پهريان بادشاهہ جي ويجهن ۽ مقربن جو وسيلو وٺڻ ضروري آهي، جو تہ ڪٿي ائين نہ ٿئي جو هو انهن آدابن ۽ طور طريقن جي واقفيت کان سواءِ ائين داخل ٿي وڃي ۽ ڪيس ذلت ۽ خواري جو منهن ڏسڻو پوي، ۽ جيڪو ڪم بادشاهہ سان وابستہ هيو، اهو حاصل نہ ٿي سگهي! (ص613 )

☆ مريد واسطي ضروري آدابن ۾ هي بہ آهي تہ، بنان ضرورت مرشد آڏو نہ ڳالهائي ۽ نہ مرشد آڏو پنهنجي ڪا خوبي بيان ڪري، نماز کان سواءِ ڪنهن ٻئي وقت مرشدآڏو پنهنجو مصلو نہ وڇائي، جڏهن نماز کان فارغ ٿئي تہ پنهنجو مصلو ويڙهي وٺي. پنهنجي مرشد ۽ سندس هم نشينن جي خدمت لاءِ هر گهڙي تيار رهي.

☆ مرشد آڏو جيڪڏهن ڪو مسئلو اچي ۽ مريد کي ان مسئلي جو صحيح ۽ تفصيلي جواب معلوم هجي تڏهن بہ خاموش رهي ۽ مرشد جي زبان مان ٿي ان مسئلي جو جواب ٻڌي ۽ ان کي غنيمت سمجهي، سندس فيصلي کي مڃي ۽ مٿس عمل ڪري.

☆ مريد جيڪڏهن مرشد کان ڪجهه پرائڻ ٿو چاهي ته سندس لاءِ ضروري آهي ته پنهنجي مرشد تي اهو راسخ يقين ۽ پختو اعتقاد هجي ته، منهنجي مرشد کان مٿي ڪو به ڪونهي، ۽ ان ئي اعتقاد سان ڪيس پنهنجي اصل مقصد ۾ فائدو حاصل ٿيندو ۽ باري تعاليٰ جي حضور ۾قبوليت سان مشرف ٿيندو.

☆ مريد ڪي گهرجي ته ڪنهن به حالت ۾ مرشد جي مخالفت نه ڪري، مشائخن جي مخالفت مريدن لاءِ زهرقاتل آهي، ان ڪري نه صريح مخالفت ڪري ۽ نه ڪنهن تاويل يا اشاري سان! ۽ مريد لاءِ ضروري آهي ته پنهنجو ڪو به راز ۽ پنهنجي ڪا به حالت مرشد کان لڪائي نه رکي. (113)

(4) عوارف المعارف: حضرت شيخ شهاب الدين ابو حفص عمر بن محمد سهروردي متوفي 632هه جو عربي ۾ لکيل هي عظيم شاهڪار، تصوف تي هڪ جامع لازوال ۽ بي مثال ڪتاب آهي ۽ تصوف جي دنيا ۾ ڪيس مٿاهون مقام حاصل آهي."عوارف المعارف" ٽيهٺ بابن تي مشتمل آهي، جن ۾ علم تصوف، صوفي، تصوف جي تعريف ۽ ماهيت، صوفين جون مختلف جماعتون، مشائخن جي حقيقت، خرقه ۽ خانقاهي نظام ۽ آداب شريعت ۽ طريقت وغيره تي مفصل بحث ڪيل آهي. عوارف المعارف جو هر باب "نص قرآني" سان شروع ٿو ٿئي، ۽ هر عنوان ۽ موضوع جو استدلال قرآن ۽ سنت مان پيش ڪيو ٿو وڃي. "عوارف المعارف" جو ايڪو نجاهون باب "في آداب المريدمع الشيخ" جي عنوان سان، مريدن جي آدابن بابت آهي، جنهن جا ڪجهه اقتباسات هي ڏجن ٿا:

☆"ادب المريدين مع الشيوخ عند الصوفيته من مهام الاداب. وللقوم في ذالک اقتداءِ برسول الله صلي الله عليه وسلم واصحابه"، يعني صوفياءِ ڪرام وٽ، مرشدن جي دربار ۾ مريدن جي آدابن ڪي وڏي

(113) غنية الطابين ص 617 (باب 24)

اهميت حاصل آهي، ۽ ان سلسلي ۾ اهي بزرگ، رسول الله ﷺ ۽ صحابہ ڪرام جي پيروي ڪندا آهن. (114)

☆ مرشد جي حضور ۾ مريد جو مثال ائين آهي، جيئن ڪو شخص سمنڊ جي ڪناري تي ويهي رزق جو انتظار ڪندڙ هجي. مريد بہ مرشد جي آواز ڏانهن ڪن لڳائي ويهي ۽ سندس ڪلام جي ذريعي پنهنجي روحاني رزق جو انتظار ڪندو رهي. ان طريقي سان سندس عقيدت ۽ حق جي طلب وارو مقام وڌيڪ مستحڪم ٿئي ٿو ۽ وڌيڪ فضل الاهي جو مستحق بڻبو آهي. مگر جڏهن مريد پاڻ ڳالهائڻ يا سوال ڪرڻ جو ارادو ڪندو آهي تہ سندس اهو جذبو ڪيس طلب واري مقام کان پوئتي ڌڪي ڇڏيندو آهي.

☆ مريد جيڪڏهن پنهنجي مبهم روحاني حالت کي واضح ڪرڻ لاءِ مرشد کان ڪجهہ پڇڻ چاهي تہ پڇي سگهي ٿو. مگر سچي طالب کي ائين ڪرڻ کان بہ بچڻ گهرجي، ڇو تہ ان جو اظهار زبان کان سواءِ ڪنهن ٻئي نموني پاڻهي ٿي ويندو آهي. مرشد پاڻ انجي حال جي حقيقت کي ڄاڻي وٺندو آهي. مرشد پنهنجي سچن ۽ مخلص مريدن جي روبرو پنهنجي قلب کي حق تعاليٰ ڏانهن متوجہ ڪندو آهي ۽ انهن جي لاءِ رحمت، فضل ۽ ڪرم جي دُعا گهرندو آهي.

☆ مريد کي گهرجي تہ جڏهن بہ ڪيس مرشد جي معاملي ۾ ڏکيائي پيش اچي تہ هو حضرت موسيٰ ۽ حضرت خضر عليهما السلام جي قصي کي ذهن ۾ تازو ڪري وٺي تہ ڪيئن نہ، حضرت موسيٰ جن ڪمن کي ناپسند پئي سمجهيو پر جڏهن حضرت خضر انهن ڪمن جي حقيقتن ۽ رازن تان پردو کنيو هو تہ حضرت موسيٰ جا سيئي اعتراض ختم ٿي ويا هئا.

☆ مرشد جي دربار جي ظاهري آدابن ۾ اهو بہ آهي تہ، مرشد جي موجودگي ۾ پنهنجو مصلو فقط نماز لاءِ وڇائي سگهي ٿو.

☆ ادب جو ٻيو شرط هي آهي تہ. مريد پنهنجي احوال جي ڪابہ ڳالهہ

---

(114) عوارف المعارف ص 235 باب : 51

مرشد کان نہ لکائي ۽ جيکي بہ الاهي انوار ۽ فيوض مٿس ظاهر ٿين اهي مرشد آڏو پيش ڪري.

☆ مريدن جي آدابن ۾ هڪ ڳالهہ هي بہ آهي تہ، مريد ان وقت تائين مرشد جي صحبت ۾ نہ ويهي جيستائين ڪيس ان ڳالهہ جو ڪامل يقين نٿو ٿئي تہ مرشد ئي ان جي اصلاح، تربيت ۽ تاديب جو ذميوار آهي ۽ ٻين جي مقابلي ۾ منهنجو مرشد ئي منهنجي صحيح اصلاح ڪري سگهي ٿو. ڇوتہ جيڪڏهن هو ڪنهن ٻئي پير وٽان پنهنجي اصلاح جي توقع ٿو رکي تہ پوءِ پنهنجي مرشد کان ڪڏهن بہ استفادو نہ ڪري سگهندو ۽ سندس ڪو بہ فرمان اهڙي مريد تي ڪو اثر ڪونہ ڪندو. ڇو تہ هن جو باطن، مرشد جي روحاني فيض کي قبول ڪرڻ جي پوري استعداد ۽ صلاحيت ئي نٿو رکي. اهو فيض تہ فقط تڏهن ملندو آهي جڏهن مُريد فقط هڪ ئي مرشد سان نسبت رکندڙ هجي، ان کي ئي تسليم ڪري، ۽ ان جي ئي مرشدي تي پڪو يقين، اعتماد ۽ ڀروسو رکي، سندس فضيلت کي سڃاڻي ۽ ان ڏانهن محبت ۽ نسبت واري رشتي کي وڌيڪ مستحڪم ۽ مضبوط ڪري، ڇو تہ نسبت محبت ۽ الفت وارو تعلق ۽ رشتو ئي مرشد ۽ مريد جي وچ ۾ واسطو ۽ رابطو هوندو آهي، ۽ اهو محبت وارو تعلق جيترو مضبوط هوندو، اوترو ئي سندس روحاني فيض مان مالا مال ٿي سگهبو. (115)

(5) فتوحات مڪيہ: عارف ڪامل، حضرت شيخ اڪبر محي الدين ابن عربي قدس سره متوفي 638هہ جو لکيل هي مشهور ۽ معروف ڪتاب، تصوف جي انتهائي بلند اسرارن ۽ رازن جو ڇوليون هڻندڙ سمنڊ آهي، فتوحات مڪيہ، ڇئن ضخيم جلدن تي مشتمل آهي، هن ۾ وحدت الوجود جي نظريي کي عارفاڻي انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي، فتوحات مڪيہ جا نڪتا ۽ راز عام فهم نہ آهن، بلڪہ نهايت ارفع، عميق ۽ گهرا

(115) عوارف المعارف ص 237 (باب في آداب المريد مع الشيخ)

آهن، جن کي ابتدائي سالک، کنهن معرفت ۽ ڪمال جي صاحب ڪامل مرشد جي رهنمائي کان سواءِ سمجهي نٿو سگهي. "فتوحات مڪيہ" جي آخر ۾ لڳ ڀڳ هڪ سئو صفحن تي مشتمل باب (باب في وصية حكمية ينتفع بها المريد السالک والواصل) مريدن لاءِ وصيتن ۽ ڪين شريعت ۽ طريقت جا آداب سمجهائڻ جي حوالي سان آهي، پاڻ هڪ هنڌ لکن ٿا: عليک بخدمة الفقراء الي الله، ومجالسة المساكين، والدعاء للمسلمين بظهر الغيب عموماً وخصوصاً، وصحبة الصالحين، والتحبب اليهم. يعني: تنهنجي مٿان الله جي فقيرن جي خدمت ڪرڻ، مسڪينن سان گڏ ويهڻ، مسلمان ڀائرن لاءِ پريٺ دعائون گهرڻ، صالحن جي صحبت اختيار ڪرڻ ۽ انهن سان محبت وارو تعلق رکڻ لازم آهي.! (116)

(6) مرصاد العباد: حضرت شيخ نجم الدين رازي المعروف "نجم دايہ" قدس سره متوفي 654هه جو فارسي ۾ لکيل هي ڪتاب، تصوف تي ستين صديءَ هجري جو مشهور ڪتاب آهي، جيڪو پاڻ حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي متوفي 632هه جي حڪم جي تعميل ۾ لکيو اٿن. "مرصادالعباد من المبدا الي المعاد" ۾ ڪل پنج باب آهن، جيڪي چاليهہ فصلن تي مشتمل آهن. هن ڪتاب جي اها خصوصيت آهي جو مصنف عليہ الرحمۃ تصوف جي هر هڪ عنوان جي استدلال ۾ پهريان نص قرآني ۽ پوءِ حديث شريف ۽ ان بعد مشائخن جا فرمان نقل ڪري اهو ثابت ڪري ٿو تہ تصوف ڪو غير شرعي علم ناهي، بلڪ قرآن ۽ سنت مان ئي اخذ ڪيل آهي. "مرصاد" جي ٽئين باب جو يارهون فصل" دربيان شرايط وصفات مريدي و آداب آن" جي عنوان سان مريدي جي*شرطن، وصفن ۽ آدابن بابت آهي، انهيءَ فصل ۾ حضرت شيخ نجم الدين رازي جي مريد واسطي بيان ڪيل ويهہ صفتن جو مختصر خلاصو هتي ڏجي ٿو: "جڏهن مريد مرشد جي خدمت ۾

(116) الفتوحات المكيہ 488 جلد 4

حاضر ٿئي ته ڪيس ويهن صفتن سان سينگاريل هئڻ گهرجي ته جيئن مرشد جي صحبت مان لاڀ حاصل ڪري سگهي: هڪ ته پڪي ۽ سچي توبه ڪري، ٻيو ته زهد اختيار ڪري ۽ ڪميڻي دنيا کان منهن موڙي ڇڏي، ٽيون ته مجرد رهي، يعني دنيا جي سيڻي واسطن ۽ نسبي تعلقات کي ڇڏي ۽ اڪيلائي اختيار ڪري، چوٿون ته اهل سنت وجماعت جي عقيدن تي مستحڪم رهي بدعتن کان پري هجي ۽ اڳين سلف صالحين ۽ امامن جي مذهب تي قائم رهي، مشتبهه، معطله ۽ رافضين ۽ معتزلن کان پراهون پڇي، (چهارم عقيدت است. بايدڪ براعتقاد اهل سنت وجماعت باشد. واز بدعتها دور بود وبر مذهب ائمه سلف رود واز تشبيهه وتعطيل ورفض واعتزال مبرابود) پنجون متقي ۽ پرهيزگار ٿي رهي، ڇهون شرعي احڪامن تي صبر سان قائم رهي، ستون مجاهدو ڪندو رهي، اٺون نفس ۽ نفساني خواهشن جي مقابلي ۾ بهادر ۽ باهمت هجي، نائون سخي هجي ۽ بخل کان ڀڄندڙ هجي، ڏهون جوانمرد هجي، يعني پاڻ تي ٻين جا جيڪي حق هجن سي چڱي طرح ادا ڪري، يارهون صدق ۽ سچائي سان رهي، ٻارهون ضروري علم سکيل هجي، تيرهون نياز ۽ نوڙت جو مظهر هجي، چوڏهون سلوڪ واري واٽ ۾ ايندڙ ڏکيائين ۽ تڪليفن جي پرواهه نه ڪندڙ هجي، پندرهون ماڻهن جي ملامت برداشت ڪندڙ هجي، سورهون هر ڪم ۽ قول ۾ عقل کي استعمال ڪري، سترهون ادب وارو ۽ سهڻن اخلاقن سان سينگاريل هجي ۽خوش طبعي پوڳ، ٽوڪ کان پاسو ڪري، مرشد جي خدمت ۾ خاموش رهي ۽ جيستائين پاڻ نه پڇن نه ڳالهائي، جو ڪجهه عرض ڪري ته سڪون، نرمي ۽ سچائي سان عرض ڪري ۽ مرشد جي ظاهري باطني اشاري جو منتظر رهي، ارڙهون نيڪ عادتن جو صاحب هجي، وڏن جي خدمت ۽ ننڍن تي شفقت سندس عادت هجي، اوڻويهون تسليم ۽ رضا جو صاحب هجي، ويهون تفويض

جو صاحب هجي، يعني پاڻ کي راهہ سلوڪ ۾ مرشد جي وسيلي سان باري تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏي. (117)

نوٽ:- حضرت شيخ نجم الدين رازي جن جي بيان ڪيل انهن ويهن صفتن کي حضرت غوث الحق مخدوم نوح سرور صديقي هالائي متوفي 998ھ جن بہ پنهنجي ڪتابن ۾ آندو آهي.(چوندہ ملفوظات مخدوم نوح ص 293)

(7) خاتمہ آداب المريدين: حضرت خواجہ گيسو دراز متوفي 825ھ پنهنجي هن ڪتاب ۾ لکن ٿا: "جڏهن مريد مرشد جي خدمت ۾ حاضر ٿئي تہ سندس جمال با ڪمال تي نظر رکي ۽ عاشق وانگر سندس چهري کي چتائي ڏسي، يا پنهنجي پيرن ڏانهن نظر ڪري بيٺو رهي ۽ جيڪڏهن ويهي تہ پوءِ پنهنجي سيني تي نظر رکي، مرشد آڏو هرگز نہ ڊوڙي، ۽ جيڪڏهن ڪا شيءِ کڻي آيو آهي تہ سامهون رکي ڇڏي، جيڪڏهن قرآن پاڪ، ڪا دُعا يا بزرگن جو تبرڪ آندو اٿس تہ نهايت ادب سان پيش ڪري! جيڪڏهن مرشد جي خدمت مان واپس موٽي تہ مرشد ڏانهن هرگز پٺي نہ ڪري بلڪ پوئين پير موٽي، ۽ جيئن دل مرشد ڏانهن متوجہ آهي، چهرو بہ متوجہ هجي! مريد جڏهن مرشد جي حضور ۾ ويهي تہ هيڏانهن هوڏانهن نہ نهاري ۽ باربار اٿڻ جي بہ نہ ڪري، نہ سندس آڏو اوٻاسي ڏئي ۽ نہ ننڊ ڪري ۽ نہ وري سندس آڏو وظيفي يا تلاوت ۾ مشغول ٿئي، سندس محفل مان ڪنهن ضروري ڪم کانسواءِ ٻاهر نہ نڪري، ۽ جڏهن مرشد سندس ڏانهن ڏسي تہ پنهنجي نظر هيٺ ڪري ۽ سندس اکين سان اکيون نہ ملائي، ۽ مُرشد کان دعا کان سواءِ ڪو بہ سوال نہ ڪري! مُريد هرْ وقت مرشد کي غيب جي مشاهدي ۾ سمجهي ۽ پاڻ تي هر وقت مرشد جي تجلي ۽ نگاهہ جو تصور ڪري ۽ هميشہ پاڻ کي مرشد جي نگاهہ ۽ حراست ۾ سمجهي. مرشد جيڪڏهن

(117) مرصادالعباد ص 258 مطبوعہ تهران 1384

پنهنجو پاتل ڪپڙو مريد کي عنايت ڪري ته ان کي گهڻي احتياط ۽ ادب سان سنڀالي رکي ۽ عيد يا ڪنهن خاص ڏينهن تي ان جي زيارت ڪري ۽ ان کي پنهنجو شفيع سمجهي. جيڪڏهن مرشد ڪا ڳالهه بيان ڪري ته مولوين کان ان جي تحقيق هرگز نه ڪري. ڪي ماڻهو مرشد کي فقط هڪ استاد يا معلم ڪري ٿا سمجهن. پر اسان جي خواجگان جو اهو طريقو ناهي. اسان وٽ مريد عاشق ۽ مرشد معشوق آهي. اسان مرشد جي برابر به ڪنهن ٻئي کي نٿا سمجهون. مرشد کان افضل سمجهڻ ته پري جي ڳالهه آهي. مرشد سان ايتري محبت هئڻ گهرجي جو پنهنجي گهرٻار، اولاد، جان ۽ مال کان به مرشد کي وڌيڪ محبوب ۽ عزيز سمجهي. مُريد کهڙي به مقام کي پهچي، مگر مرشد جي صحبت کي ترڪ نه ڪري! مريد ارادت کانپوءِ سمورا مطلب پنهنجي مرشد کان ئي طلب ڪري. جو ته بزرگن فرمايو آهي ته " پنهنجي مرشد کي ڇڏي ٻين پيرن کان طلب ڪرڻ، اهو (طريقت ۾) مرتد ٿيڻ آهي." مريد کي مرشد جي اڳو ڪا به فضول يا بيڪار ڳالهه هرگز نه ڪرڻ گهرجي ۽ نه ئي مرشد اڳو ڪنهن جي عيب جوئي، شڪايت يا گلا ڪري، پوءِ مٿس ڪيترو به ظلم ڇو نه ڪيو ويو هجي. مرشد سان بيان نه ڪري، ڪٿي مرشد کي ڪاوڙ يا ڏک نه ٿي پوي. اهڙي طرح پنهنجا عيب به مرشد اڳو بيان نه ڪجن. مرشد جيڪو به حڪم ڪري ان تي ترت عمل ڪري ۽ مريد کي گهرجي ته مرشد جي گهروارين ۽ ٻانهين کي پنهنجون مائرون سمجهي، جيئن صحابه ڪرام کي محبوبن ڪريمن جي ازواج مطهرات بابت حڪم هيو! جيڪڏهن مرشد جي مزار تي حاضر ٿئي ته مزار تي گل رکي، جو ته خوشبوءِ سان روح خوش ٿيندا آهن. مزار جي اڳو جيترو وقت ويهي ته يا مزار کي ڏسندو رهي يا اکيون ٻوٽي مرشد جو تصور ڪري، جيڪڏهن (مزار ويجهو) عبادت ۾ مشغول رهندو ته مرشد وڌيڪ خوش ٿيندو. مرشد جي گهريا مزار ڏانهن نه پير ڊگها ڪري ۽ نه ان طرف ٿڪ

اچلائي، مرشد جي قدمن جي جتي يا سندس ڪپڙي ڪي بہ بنان وضو جي نہ ڪئي.(118)

(8) ملفوظات عبيدالله احرار: نقشبندي طريقي جي باڪمال بزرگ، حضرت خواجہ ناصرالدين عبيدالله احرار قدس سره (895 هہ 806) جن جي ملفوظات شريف جو بہ تصوف جي ڪتابن ۾ اهم مقام آهي! اها ملفوظات حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس سره جن جي مطالعي ۾ بہ تمام گهڻو رهي آهي ۽ "مجمع الفيوضات" ۾ ان جا ڪيئي حوالا پڻ ملن ٿا.

"ملفوظات احرار" ۾ بہ مريدن جي آدابن بابت ڪافي ارشاد ۽ واقعا موجود آهن. جن مان چند هتي پيش ڪجن ٿا. حضرت خواجہ عبيدالله احرار متوفي 895هہ فرمائن ٿا: (الف) مريد کي گهرجي تہ، مرشد جي مڙني ڪمن ۽ طور طريقن کي محبوب رکي، ۽ سندس فرمانن يا فعلن مان ڪنهن کي بہ ناپسند نہ سمجهي، ڇو تہ محبوب جا سيئي فعل محبوب هوندا آهن ۽ ڪو بہ غير محبوب ناهي هوندو. پر جيڪڏهن ظاهري طور سندس ڪو معاملو ڪيس ناپسند لڳي تہ جلد ان خيال کي زائل ڪري ۽ اهو ويچار ڪري تہ ضرور ان ڪم ۾ ڪا حڪمت هوندي، جنهن کي آئون نٿو ڄاڻان. پوءِ مون کي اعتراض جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ ۽ اهڙي سوچ ۽ فڪر کي جلد ميٽائڻ جي ڪوشش ڪري، متان فيض جي پالوٽ آڏو ديوار اچي وڃي ۽ ان سوچ جي ميٽائڻ خاطر استغفار ڪري!

(ب) حضرت خواجہ عبيدالله احرار قدس سره جن اڳتي مولانا نظام الدين جي روايت سان لکن ٿا: "هيڪر خواجہ علاؤالدين قدس سره جي خدمت ۾ هڪڙي عورت آئي ۽ اوچتو خواجہ صاحب جي نگاهہ جيئن ئي ان عورت تي پئي، اها ضعيف هيٺ ڪري ۽ بيهوش ٿي وئي، مون کي دل ۾ خيال ٿيو تہ خواجہ صاحب مٿس ڇو نظر وڌي؟ يا ان ٻُڍڙي کي بيهوش ڪرڻ

(118) خاتمہ آداب المريدين ص 59 ڪان 80 (پروگريسو بڪس لاهور 2000ع)

جو ڪين ڪهڙو فائدو ٿيو؟ پر انهيءَ خيال اچڻ شرط جلد هوشيار ٿي ويس ۽ پاڻ کي چيم ته. مون لاءِ مرشد بابت ائين سوچڻ هرگز روا ڪونهي، ضرور ان معاملي ۾ ڪو راز يا ڪا حڪمت هوندي! اجان اهو خيال مَس آيو ته، خواجه صاحب جن مون ڏانهن نهاريندي فرمايو: "مولانا نظام الدين! پاڻ کي جلد آجو ڪري وٺين!" اهو لکڻ بعد خواجه عبيدالله فرمائن ٿا" مريد جي لاءِ پنهنجي مرشد رهبر جي آدابن جو خيال رکڻ اهم ترين معاملن مان آهي". (119)

(ج) پير سائين روضي وارن قدس سره جن هن رسالي" آداب المريدين" ۾ مرشد جي مصلي جو ادب ڪرڻ به لازمي قرار ڏنو آهي، ان حوالي سان خواجه عبيدالله احرار قدس سره جن هڪ واقعو لکن ٿا ته "هڪ ڏينهن حضرت خواجه عبدالله انصاري جن سهو وچان پنهنجو قدم، پنهنجي مُرشد حضرت شيخ ابوالحسن خرقاني قدس سره جن جي مصلي تي رکيو ۽ (طريقت جي) ان غلطي تي استغفار به ڪو نه ڪيائين ۽ انهن ڏينهن ۾ خواجه عبدالله "هري" ۾ هيو، ان دوران بلخ جي حاڪم وٽ اچي اها ڳالهه هلي ته خواجه عبدالله انصاري بي دين ۽ ملحد ٿي چڪو آهي ۽ سزا جو لائق آهي، بلخ جي حاڪم پاران کين گرفتار ڪري آڻڻ ۽ سنگسار ڪرڻ جو حڪم ٿيو ۽ سپاهي کين گرفتار ڪري بلخ ڏانهن روانا ٿيا. رستي ۾ خواجه صاحب کي بلخ کان هري ڏانهن ويندڙ ماڻهن ٻڌايو ته بلخ وارا بادشاهه جي حڪم موجب اوهان کي سنگسار ڪرڻ لاءِ هٿن ۾ پٿر کنيو بيٺا آهن، اهو ٻڌي خواجه عبدالله انصاري سخت حيران ٿيا ۽ سوچڻ لڳا ته هي سڀ ڪجهه آخر ڇو پيو ٿئي؟ گهڻي ويچار بعد، کين اهائي غلطي سمجهه ۾ آئي، ته، هڪ ڏينهن پنهنجي مرشد خواجه ابوالحسن قدس سره جي مصلي تي سهو کان پير رکيو هيم ۽ ان بعد استغفار به نه ڪئي هيم، اهو يادگيرو ايندي ئي پاڻ ڳوڙها ڳاڙيندي توبه

(119) ملفوظات خواجه عبيدالله احرار ص 203 - ملفوظ 247

تائب ٿيڻ لڳا ۽ خطا جي معافي گهرڻ لڳا. ان ئي رات بلخ جي حاڪم کي خواجہ ابوالحسن خواب ۾ ديدار ڪرايو ۽ فرمايائون تہ. اسان عبدالله کي سندس غلطي بخشي ڇڏي آهي. هاڻي ڪيس ڪابہ تڪليف يا سزا نہ ڏجو. بلڪ ڪيس گهڻي عزت ڏجو! صبح جو خواجہ صاحب جيئن ئي بلخ ۾ داخل ٿيا تہ بادشاهہ خود سندن استقبال ڪيو ۽ وڏي تعظيم سان ڪجهہ ڏينهن سندن مهماني ڪري پوءِ اجازت ڏنائين! (120)

(9) الانوار القد سيـه: حضرت امام عبدالوهاب شعراني متوفي 973هہ جي ڪافي ڪتابن ۾ "مريدن جي آدابن" بابت اجمالي مواد موجود آهي. انهن ڪتابن ۾ "القول المبين في بيان آداب الطالبين" ، "النور الفارق بين المريد الصادق وغير الصادق" ، "الڪبريت الاحمر، لواقع الانوار في طبقات الاخيار" وغيره شامل آهن. پر سندن زندگي جي آخر ۾ لکيل عظيم ڪتاب "الانوار القدسيہ في معرفة قواعد الصوفيہ" سمورو مريدن جي آدابن بابت لکيل آهي. هي عظيم ڪتاب هڪ مقدمي، ٽن بابن ۽ هڪ خاتمي تي مشتمل آهي. مقدمي ۾ صوفياءِ ڪرام جي عقائد ۽ انهن جي سلسلن، شجرن، ذڪرجي تلقين ۽ ذڪر جي آدابن ڪي بيان ڪريو ويو آهي ۽ پهريون باب "مريد" جي پنهنجي آدابن بابت آهي ۽ ٻيو باب" آداب المريد مع شيخہ" جي عنوان سان مرشد جي دربار ۾ مريدن جي آدابن بابت آهي ۽ ٽيون باب پنهنجي جماعتي ڀائرن، ساٿين ۽ رفيقن جي آدابن بابت آهي ۽ خاتمون انهن آدابن جي بيان ۾ آهي جيڪي عام خلق سان خاص آهن. امام شعراني هن ڪتاب ۾ وڏ ڪان وڏ جن مشائخن ۽ طريقت جي امامن جا اقوال ۽ ارشاد نقل ڪيا آهن. انهن ۾ سيد ابراهيم دسوقي، سيد علي وفا، سيد مرسي، سيد شناوي، سيد اقصري ۽ سيد علي مرصفي وغيره شامل آهن. امام شعراني لکي ٿو: "اي منهنجا ڀاءُ! بيشڪ مرشد جي دربار جو پلو

---

(120) ملفوظات احرار ص 205

ادب آهي سانئس محبت رکڻ. پوءِ جيڪو مرشد جي محبت کي تمام خواهشن تي ترجيح ڏيڻ ۾ مبالغو نٿو ڪري اهو طريقت ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهندو. ان ڪري جو مرشد جي محبت اهڙي ڏاڪڻ آهي. جنهن سان مريد باري تعاليٰ جي بارگاهہ ڏانهن ترقي ڪندو ويندو اهي. سيني طريقت وارن جو هن ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ. سچي ۽ صادق مريد جي وصفن مان هي بہ آهي تہ. اهو مُريد سيني گناهن کان توبہ ڪندڙ هجي ۽ سيني عيبن کان پاڪ ٿيندڙ هجي، پوءِ جيڪو گناهن ۾ غرق آهي، ۽ دعويٰ مُرشد سان محبت جي ڪري ٿو تہ اهو ڪوڙو آهي.

☆ "واجمعوا عليٰ ان من شرط المحب لشيخه ان يصم اذنه عن سماع كلام احد في الطريق غير شيخه فلا يقبل عذل عاذل حتيٰ لو قام اهل مصر كلهم في صعيد واحد لم يقدروا علي ان ينفروه من شيخه" يعني: سيني طريقت وارن جو هن ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ. مُرشد سان محبت ڪندڙ مُريد جي شرطن مان هڪ شرط هي آهي تہ.طريقت ۾ پنهنجي مرشد کان سواءِ ٻين جي ڪلام ٻڌڻ کان پنهنجي ڪنن کي ٻوڙو بڻائي ڇڏي ۽ پوءِ ڪنهن بہ ملامت ڪندڙ جي ملامت (مرشد جي حق ۾) قبول نہ ڪري، ايستائين جو جيڪڏهن سموري شهر وارا هڪ واديءَ ۾ گڏ ٿين، ۽ مريد کي پنهنجي مرشد کان نفرت ڏيارڻ جا جتن ڪن تہ بہ ان سچي مريد کي پنهنجي مرشد کان ڦيرائڻ تي قادر نہ ٿي سگهن. (121)

☆ حضرت سيد علي خواص قدس سره جو فرمان آهي تہ." من ادب المريد اذا زار شيخه ووقع بصره عليه ان ينزع نعله ويمشي حافياً الا ان يكون في الارض نجاسة...ه..! يعني: مـُريد جي آدابن ۾ هي بہ آهي تہ. جڏهن مرشد جي زيارت ڪري ۽ مـُرشد تي جيئن ئي سندس نظر پوي تہ جُوتا لاهي ڇڏي ۽ پيرين اگهاڙو ٿي هلي، مگر هي تہ زمين ۾ ڪا

(121) الانوار القدسيہ ص3 جز 2 (الباب الثاني)

نجاست نہ هجي يا ڪا ايذاءَ واري شيءِ نہ هجي. (122)

☆ مزيد امام شعراني لکيو: "يجب علي المريد ان يجيب عن شيخه اذا سمع احداً يعترض عليه الا ان نهاه شيخه عن ذالڪ" يعني: مُريد جي مٿان واجب آهي تہ، جڏهن ڪنهن کي پنهنجي مُرشد مٿان اعتراض ڪندي ٻُڌي تہ ان کي جوڳو جواب ڏئي، بشرطيڪ مُرشد کيس جواب ڏيڻ کان منع نہ ڪئي هجي! ۽ اهڙي طرح مٿس واجب آهي تہ جيڪي سندس مرشد سان محبت رکن تہ انهن سان محبت رکي ۽ جيڪي سندس مُرشد کان پَري آهن، انهن کان پري رهي، مون سيدي علي موصفي قدس سره کي فرمائيندي ٻُڌو تہ"ليس للمُريد ان يجالس من يعترض علي شيخه ابداً" يعني: مُريد کي ڪڏهن بہ ان شخص جي مجلس ۾ نہ ويهڻ گهرجي جنهن سندس مُرشد تي اعتراض ڪيو هجي". ۽ سيد علي مرصفي اهو بہ فرمايو تہ، مُرشد جي دربار ۾ مُريد جي آدابن ۾ اهو بہ آهي تہ، جنهن سان مرشد دشمني ٿو رکي، ان سان هي بہ رکي ۽ جنهن سان مرشد محبت ٿو ڪري ان سان هيءَ بہ محبت رکي". (123)

☆ علامہ عبدالوهاب شعراني لکي ٿو: اٿون پنهنجي پنجن سالن جي فرزند عبدالرحمان کي هن طرح ڳالهائيندي عجب ۾ پئجي ويس، جو چوي پيو: صادق ۽ سچو مُريد اهو آهي، جنهن تي جيڪڏهن مرشد ناراض ٿي پوندو آهي تہ، ان کان پنهنجو کائڻ پيئڻ، کلڻ، ننڊ ڪرڻ تيستائين وسري ويندا آهن جيستائين وٽس مرشد راضي ٿئي ۽ جڏهن مُرشد ان کان سفر ۾ غائب ٿيندو آهي يا مرشد ڪنهن تڪليف سبب پنهنجي گهر ۾ ٿي هوندو آهي، تہ اهو سچو مريد بہ مرشد جي در جي ڪنڊ وٽي ايستائين ويهي رهندو آهي، جيستائين مرشد راضي ٿي ٻاهر

(122) الانوار القدسيہ ص 70 ج 2

(123) الانوار القدسيہ ص 39- 51 ج 2

نڪري ۽ اهو ڏينهن اهڙي مريد لاءِ عيد کان به وڌيڪ خوشي وارو هون وڌيڪ خوشي وارو هوندو آهي. باقي ڪوڙي ۽ ڪاذب مريد جو معاملو ان جي ابتڙ هوندو آهي ۽ اهڙي مريد کان جڏهن مرشد پري ٿيندو آهي ته اهو خوش پيو ٿيندو آهي ته متان مرشد منهنجي احوال بابت ڪجهه پڇا ۽ پڪڙ نه ڪري. (124)

(10) مڪتوبات صدي: حضرت خواجه شيخ شرف الدين يحيٰ منيري پنهنجي مڪتوبات ۾ لکن ٿا: مُريد جي لاءِ، مُرشد اهڙو آئينو آهي، جنهن ۾ هُو باري تعاليٰ کي ڏسي سگهي ٿو. ۽ ڏسڻ جو مطلب هنن ظاهري اکين سان ناهي، بلڪ باري تعاليٰ جي صفتن، ارادي ۽ افعال جو ڄاڻڻ ۽ سڃاڻڻ آهي، جيڪو شخص طريقت جي راهه ۾ مُرشد جي حڪمن تي هلي ٿو ته ان جو نالو پير جو مُريد آهي، ۽ جيڪو پنهنجي خواهشن ۽ مطلبن تي هلي ٿو، اهو پنهنجي سڌن جو مُريد آهي، نه ڪ مُرشد جو!

سچي مُريد لاءِ ضروري آهي ته مرشد جي قول، فعل، روش ۽ حالت تي ڪنهن به نموني جو اعتراض نه ڪري، ۽ ظاهري ۽ باطني طور پاڻ کي مُرشد جي تصرف ۽ قبضي ۾ ڏيئي ڇڏي ۽ چون چرا جودروازو بند ڪري ۽ حاجتن جو دروازو کولي ڇڏي ۽ سندس حُڪم کان سواءِ هڪ وک به ڪيڏانهن نه وڌائي"! (125)

(11) نصيحة المُريد: حضرت علي بن عبدالرحمان العمراني المعروف علام جمل متوفي 1193هه جن جي "سلوڪ" تي هن لکيل معروف ڪتاب "نصيحة المريد في طريق اهل السلوڪ والتجريد" ۾ به مريدن جي آدابن" بابت ڪافي مواد آهي. (126)

---

(124) الانوار القدسيه ص 47 ج 2

(125) مڪتوبات صدي ص2 37 (مڪتوب 56 جلد دوم)

(126) نصيحة المريد ص 40، مطبوعه بيروت 2005ع

(12) طريق الارشاد: عارف باالله حضرت شاهہ فقير الله علويء قدس سره متوفي 1195هہ، امام العارفين حضرت روضي ڌڻي قدس سره جن جي استادن مان آهي. حضرت شاهہ فقير الله جي ڪتابن (قطب الارشاد، طريق الارشاد ۽ مڪتوبات وغيره) ۾ بہ "مريدن جي آداب" جو تذ ڪرو ملي ٿو. "طريق الارشاد لتڪميل المومنين والاولاد" جو 65 هون فصل" مريدن جي آدابن " بابت آهي، جنهن ۾ پاڻ ۾ لکن ٿا: "مريد کي گهرجي تہ پنهنجي اختيار جي واڳ مرشد جي حوالي ڪري ڇڏي، ۽ پاڻ کي سندس آڏو ميت وانگر بي جان ۽ بي اختيار سمجهي، جيئن صحابہ ڪرام رسول الله ﷺ جن آڏو هوندا هئا. ڇوتہ ڪامل مرشد بہ گويا نبين جي سردار ﷺ جو خليفو ۽ نائب آهي، پوءِ مرشد آڏو صديقن وانگر پيش اچي ۽ ڪانئس ڪرامتن جي طلب نہ ڪري، ۽ نہ سندس دربار ۾ ڏاڍيان ڳالهائي ۽ نہ وري سندس ڏانهن پيرڊگها ڪري! ۽ پنهنجي ڪمال کي سندس رضامندي ۾ ڄاڻي ۽ ٻيو ڪنهن کي بہ ان ڪان ڀلو نہ سمجهي، ۽ سندس مصلي يا ڪپڙي تي پير نہ رکي ۽ هرحال ۾ ساڻس قلبي رابطو ڳنڍيل رکي، ڇو تہ اهو رابطو ئي فيض حاصل ڪرڻ جو ذريعو آهي، ۽ مرشد جي موجودگي توڙي غير موجودگيءَ ۾ مٿس فدا ۽ قربان هجي، سندس نالو ادب کان سواءِ زبان تي نہ آڻي، ۽ هر وقت ڪانئس ڊڄندو رهي، ۽ جيڪو بہ خواب يا واقعو ڏسڻ ۾ اچي، مرشد کان ڳجهو نہ رکي! جو ڪجهہ خوابن يا خوشخبرين مان ڏسي ، جيتوڻيڪ ڪنهن ٻئي پير وٽان ڏسي، پر پوءِ بہ ان کي پنهنجي مرشد وٽان ئي سمجهي، ڇو تہ ٿي سگهي ٿو اهو مُريد جي امتحان ۽ آزمائش واسطي ئي هجي. (127)

(13) مجمع الفيوضات: امام العارفين حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس سره متوفي 1234هہ جن جي ملفوظات شريف" مجمع الفيوضات" بہ

---

(127) طريق الارشاد ص 85- 86 - مطبوعہ افغانستان 1359هہ

تصوف ۽ عرفان جو هڪ چوليون هٿندڙ سمنڊ آهي، جنهن کي سندن خليفي، عارف با الله حضرت محمود فقير نظامائي قدس سره متوفي 1274هه، پيرسائين جن جي وصال کان ڇوڏهن سال پوء 1248هه ۾ ترتيب ڏيئي مڪمل ڪيو! "مجمع الفيوضات" ۾ به "مـُريدن جي آدابن" بابت تمام گهڻو مواد موجود آهي.

**"آداب المـُريدين" نالي سان ڪتاب:**

ڪامل مرشد جي حضور ۾ مـُريدن جي آدابن بابت اجمالي ذڪر تصوف جي سيني ڪتابن ۾ ملي ٿو جن جو مختصر ذڪر هتي بيان ڪيو ويو، پر ڪافي بزرگن خاص انهيء موضوع جي اهميت ڪيْ اجاگر ڪندي "آداب المـُريدين" نالي سان الڳ ڪتاب لکيا آهن.

ان سلسلي ۾ سڀ کان آڳاٽو ڪتاب "نوادرالاصول" جي مصنف حڪيم محمد بن علي ترمذي متوفي 329 هه جو آداب المـُريدين آهي، جنهن جو حضرت علي هجويري ذڪر ڪيو آهي. (128)

☆ ان کان علاوه ابو عبدالله محمد بن خفيف شيرازي صوفي متوفي 371هه جي تصنيفات ۾ "آداب المـُريدين" جو ذڪر ملي ٿو. (129)

☆ ۽ شيخ جمال الدين يحيٰ بن علي بن دائود حضرمي به "آداب المـُريدين" رسالو لکيو آهي. (130)

☆ شيخ عبدالقادر....... نالي ڪنهن بزرگ جي ڪتاب "آداب المـُريدين ونجات المسترشدين" جو به تذڪرو ملي ٿو. (131)

☆خواجہ نجم الدين ڪبري متوفي 540هه جي تصنيفات ۾ به "آداب المـُريدين" کان سواء "آداب السالڪين" ۽ آداب السلوڪ" رسالن جو ذڪر اچي ٿو. (132)

---

(128) ڪشف المحجوب ص 211 (باب ويهون)
(129) ڪشف الظنون ص 43 ج 1 (حاجي خليفہ متوفي 1067هه)
(130) ذيل ڪشف الظنون ص 4 ج (اسماعيل پاشا البابائي)
(131) ذيل ڪشف الظنون ص 43 ج 1
(132) مردان صوفي ص 136 (ڊاڪٽر جواد نوربخش) تهران 1384

☆ حضرت ابو نجيب ضياءِ الدين عبدالقادر سهروردي متوفي 563 ھ جو ڪتاب "آدابِ المُريدين" بہ ان حوالي سان اهم حيثيت جو حامل آهي.(133)

☆ حضرت خواجہ گيسو دراز ( صدر الدين محمد بن سيد يوسف حسيني دهلوي) متوفي 825ھ جي تصنيفات ۾ "آدابِ المُريدين" جي حوالي سان ٻن ڪتابن جو ذڪر ملي ٿو: (1) شرح آداب المُريدين (2) خاتمہ آداب المُريدين، پهريون ڪتاب حضرت ابونجيب سهروردي جي عربي ڪتاب "آداب المُريدين" جو فارسي ۾ ترجمو ۽ شرح آهي، جيڪو پاڻ 813ھ ۾ لکيو اٿن ۽ ان بعد خواجہ گيسو دراز جن مذڪوره رسالي ۾ رهجي ويل ڪن ڳالهين ۽ وضاحتن کي الڳ ڪتابي صورت ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ اهو ڪتاب وري "خاتمہ آداب المُريدين" جي نالي سان مشهور ٿيو.(134)

☆ حضرت امام رباني شيخ احمد فاروقي سرهندي قدس سره متوفي 1034 ھ جن جي ڪتابن ۾ بہ رسالي "آداب المُريدين" جو ذڪر آهي، جيڪو ناياب آهي (135)

☆ حضرت شيخ محمد چشتي گجراتي متوفي 1040ھ جي ڪتاب "آداب الطالبين" جو گهڻو حصو "مريدن جي آدابن" تي ئي مشتمل آهي.(136)

☆ انهن سڀني رسالن کان پوءِ حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جن جي هن رسالي "آداب المُريدين" جو ئي ذڪر ملي ٿو، جيڪو پاڻ امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره جن جي ٻن ڪتابن مان چونڊ ڪري لکيو اٿن!

---

(133) مقدمہ عوارف المعارف ص. 45 (شمس بريلوي)

(134) "خاتمہ آداب المريدين" جو اردو ترجمو 1920ع ۾ شايع ٿيو هو. سيد ياسين نظامي جي ترجمي سان "خاتمہ" تازو 2000ع ۾ پروگريسو بڪس لاهور پاران شايع ٿيو آهي.

(135) مقدمہ (مڪتوبات امام رباني اردو) ص 88 جلد اول

(136) اهو ڪتاب بہ ڊاڪٽر بشير حسين جي اردو ترجمي سان پروگريسو بڪس لاهور طرفان 1984ع ۾ شايع ٿيو آهي.

**امام رباني**: حضرت امام رباني، مجدد الف ثاني جو نالو احمد، لقب بدرالدين ۽ ڪنيت ابوالبرڪات آهي، سندن طريقو مجددي نقشبندي ۽ مذهب حنفي آهي، پاڻ طريقت جي سيني سلسلن (قادري، نقشبندي، سهروردي، چشتي، نظامي، ڪبروي، مداري، وغيره) ۾ ڪمالات جا صاحب هيا. سندن سلسله نسب ستاويهين پيڙهي ۾ حضرت سيدنا عمر فاروق رضي الله عنه سان ملي ٿو. امام رباني جي ولادت،حضرت شيخ عبدالاحد فاروقي جي با برڪت گهر ۾ جمعه جي ڏينهن 14 شوال 971ھ تي سرهند شريف ۾ ٿي. امام رباني قدس سره جي تصنيفات ۾ اثبات النبوت، مڪتوبات شريف، ردروافض، شرح رباعيات خواجه باقي با الله، رساله مبدا ومعاد، رساله تهليليه، رساله معارف الدنيه ۽ رساله آداب المُريدين شامل آهن. حضرت امام رباني جو وصال 20 صفر 1034ھ سومر جي ڏهاڙي تي 63 سالن جي عُمر ۾ ٿيو. هتي هن رسالي "آداب المُريدين" جي ماخذاتي، امام صاحب جي ٻن ڪتابن جو ذڪر ڏجي ٿو!

(ا) مڪتوبات شريف:- حضرت امام رباني شيخ احمد سرهندي قدس سره جن جي مڪتوبات (يعني سندن لکيل خطن مبارڪن جو مجموعو) تصوف جي اهم ڪتابن ۾ شامل آهي، مڪتوبات شريف فارسي ٻولي ۾ لکيل آهي (جنهن جو عربي ترجمو تازو بيروت مان شايع ٿيو آهي) ۽ ٽن دفترن تي مشتمل آهي! پهرين دفتر جو نالو"دارالمعرفت" آهي ۽ ان ۾ 313 خط آهن، جن مان پهريان ويهه خط پاڻ پنهنجي مرشد حضرت خواجه باقي با الله قدس سره ڏي لکيا اٿن. انهيءَ دفتر کي خواجه ياڙ محمد چشتي ترتيب ڏنو. ٻئي دفتر جو نالو "دارالخلائق" آهي، جنهن کي خواجه محمد معصوم قدس سره جي امر موجب خواجه عبدالحي ترتيب ڏنو ۽ ان ۾ ڪُل 99 خط آهن، ٽئين دفتر جو نالو معرفت

الحقائق آهي، جنهن کي خواجہ محمد هاشم 1031 ھ ۾ ترتيب ڏنو. انهيءَ دفتر ۾ پهريان 115 خط شامل هيا. جن ۾ 9 خط پوءِ شامل ڪيا ويا. مڪتوبات جي ٽنهي دفتر جا گهڻا خط امام رباني ان دور ۾ لکيا، جڏهن پاڻ گواليار جي قيد ۾ هيا.:

(ii) مبدا ومعاد:- هي رسالو حضرت امام رباني قدس سره جن جي متفرق مضمونن جو مجموعو آهي. جڪي پاڻ حضرت خواجہ باقي با الله قدس سره جن جي خدمت ۾ (1008ھ ۾) حاضر ٿي، نقشبندي طريقي جي حصول ۽ لڳ ڀڳ ڏھ سال پوءِ تائين جي ڪن ڪشف ۽ حقيقتن جي وصول جي اظهار ۾ مختلف وقتن ۾ لکيا هيائون. ان کانپوءِ سندن خليفي شيخ محمد صديق ڪشمي انهن مضمونن کي 1019ھ ۾ ترتيب ڏنو ۽ انهن کي " منها" جو عنوان ڏيئي هڪ ٻئي کان جدا ڪيائين ۽ انهن جو تعداد تقريباً ايڪهٺ (61) آهي.

---

حضرت امام رباني قدس سره ۽ حضرت روضي ڌڻي قدس سره جن جي وچ ۾ ڪافي مماثلتون نظر اچن ٿيون. هڪ تہ ٻنهي بزرگن جو تعلق برصغير (سنڌ ۽ هند) سان آهي، ٻيو تہ تصوف ۾ ٻنهي بزرگن جي مڪتوبات شريف کي اهم درجو حاصل آهي. ٽيون تہ پير سائين روضي وارا، نقشبندي طريقي ۾ (پير سائين سيد محمد بقا شاہ شهيد قدس سره، مخدوم محمد اسماعيل پريان لوئي، خواجہ جمال الله سنڌي، خواجہ محمد ايوب، خواجہ سعدي لاهوري، خواجہ سيد آدم بنوري قدس سرهم جي وساطت سان.) امام رباني جي سلسلي ۾ ڳنڍيل آهن. چوٿون هي تہ امام رباني جي ولادت جو سال 971ھ آهي ۽ پير سائين روضي وارا بہ ڪانئن ٺيڪ ٻہ سئوسال پوءِ 1171ھ ۾ پيدا. اهڙي طرح امام رباني جو

وصال 1034ھ ۾ ٿيو، ته پير سائين روضي ڌڻي جو وصال به ڪانئن ٻه سئو سال پوءِ 1234ھ ۾ ٿيو، ۽ ٻنهي هستين پنهنجي محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ظاهري عمر مبارڪ جيتري (63 سال) عمر ماڻي!

(وما توفيقي الا با الله العلي العظيم)

☆☆☆

بسم الله الرحمن الرحيم

سڀئي تعريفون الله تعاليٰ جي لاءِ جنهن اسان کي نبوي آداب سيکاريا ۽ اسان کي مصطفوي اخلاقن جي سونهن سان سينگاريائين. ان (مصطفيٰ ڪريم) تي ۽ سندس آل تي ڪامل ۽ اڪمل صلاتون ۽ سلام هجن.
ڄاڻ ته هن (سلوڪ واريءَ) واٽ جا پانڌيئڙا. ٻن حالن کان خالي ناهن. يا مُريد آهن يا مراد آهن. (1)
جيڪڏهن مراد آهن ته انهن لاءِ خوشخبري ۽ مبارڪباد آهي. محبت ۽ جذبي واري راهه سان. انهن کي گهڻو مٿي ڇڪي کڻي ويندا ۽ اعليٰ مطلب ۽ مقصد تائين پهچائيندا ۽ هر هڪ ادب جيڪو کين درڪار هوندو. وسيلي سان يا بنان وسيلي کين سيکاري ڇڏيندا ۽ جيڪڏهن کانئن ڪا خطا يا سهو واقعي ٿي ته جلد کين هوشيار ۽ سجاڳ ڪندا آهن ۽ ان تي ڪا به پڪڙ ناهن ڪندا ۽ جيڪڏهن اهي ڪنهن ظاهري مرشد جي ضرورت محسوس ڪندا ته سندن ڪوشش کانسواءِ ئي انهيءَ دولت جو ڏس ڏيندا. بهرحال اهي حق تعاليٰ جون ازلي عنايتون ۽ مهربانيون. بزرگن جي حال مطابق کين شامل حال ٿينديون آهن ۽ انهن جا مڙئي معاملا سبب سان يا بنان سبب جي پورا ڪيا ويندا آهن.
"الله تعاليٰ جنهن کي چاهيندو آهي ان کي پاڻ ڏانهن چونڊيندو آهي."
۽ جيڪڏهن اهي (سالڪ) مريد آهن ته پوءِ انهن جا معاملا ڪامل ۽ مڪمل مرشد جي وسيلي کانسواءِ ناممڪن آهن. مرشد اهڙو هجي جيڪو جذبي ۽ سلوڪ جي نعمتن سان نوازيل ۽ فنا ۽ بقا جي سعادتن سان سرفراز ٿيل هجي ۽ سيرالي الله. سير في الله. سيرعن الله باالله ۽ سير في الاشياءِ باالله جي رتبن ۽ درجن واري منزل کي پهتل هجي. جيڪڏهن ان

(1) مريد ۽ مراد. بابت وضاحت لاءِ تعليقات ڏسو:

جو جذبو، ان جي سلوڪ تي مقدم آهي ۽ مربي مرشدن جي تربيت سان نوازيل آهي تہ پوءِ اهڙو مرشد اڪسير آهي، ان جو ڪلام دارون ۽ دوا آهي، ان جي نگاهہ شفا آهي، ان جي توجهہ مثل دلين کي جيئرو ڪندڙ آهي ۽ مرجهايل جانين جي تازگي ۽ توانائي ان جي توجهہ ۽ نگاهہ لطيف سان ئي لاڳاپيل آهي، پر جيڪڏهن اهڙو ڪامل رهبر نہ ملي سگهي تہ پوءِ سالڪ مجذوب بہ غنيمت آهي، ۽ ناقصن جي تربيت اهو بہ ڪري سگهي ٿو ۽ فنا بقا جي دولت تائين پهچائي سگهي ٿو.

آسمان نسبت بعرش آمد فرود

ورنہ بس عاليست سوئي خاڪ تود(2)

(آسمان، جيتوڻيڪ عرش کان هيٺ آهي، مگر پوءِ بہ زمين کان تہ مٿي آهي.)

جيڪڏهن الله تعاليٰ جل سلطانہ جي عنايت، ڪرم ۽ مهرباني سان، طالب کي اهڙو ڪامل مرشد ملي وڃي تہ ان جي وجود شريف کي غنيمت سمجهڻ گهرجي ۽ پاڻ کي ان جي حوالي ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي سعادت ۽ نيڪ بختي کي ان جي رضامندي ۾ ۽ پنهنجي بدبختي ۽ محرومي کي ان جي ناراضپي ۾ سمجهڻ گهرجي، مطلب تہ پنهنجي خواهشن ۽ سڌن کي مرشد جي رضا جي تابع بنائڻ گهرجي.

جئين حديث شريف ۾ آهي تہ، "توهان مان ڪو بہ ايستائين مومن نٿو ٿي سگهي، جيستائين پنهنجي خواهشن کي منهنجي آندل (شريعت) جي تابع نٿو بڻائي." (3)

جاڻ تہ (مرشد جي) صحبت جا آداب ۽ شرط هن (سلوڪ ۽ طريقت واري) واٽ جي ضروري مسئلن مان آهن، ڇو تہ آدابن جي ادائيگي سان ئي فائدي ۽ فائدي طلبڻ جو دڳ کلندو آهي. ۽ ادب کان سواءِ نہ صحبت جو ڪو نتيجو آهي ۽ نہ ان محفل جو ڪو ڦل؛

---

(2) مثنوي شريف ص 625 جلد دوم (دفتر پنجم، شعر 21)

(3) ڪنز العمال حديث 1080 (عن ابن عمرو رضي الله عنہ)

**آداب المريدين**: (مرشد بابت) ڪجھ ضروري آداب ۽ شرط هتي بيان ڪجن ٿا. جن کي هوش جي ڪنن سان ٻڌڻ گهرجي: طالب کي گهرجي تہ، پنهنجي دل جو چهرو ۽ رخ، سيني طرفن ۽ پاسن کان ڦيرائي، فقط پنهنجي مرشد ڏانهن ڪري! مرشد جي حضور (موجودگي) ۾ سندس اجازت ۽ اذن کان سواءِ نفلن ۽ ذڪر فڪر ۾ مشغول نہ ٿئي! مرشد جي حضور (موجودگي) ۾ مرشد کان سواءِ ڪيڏانهن بہ نہ واجهائي، بلڪ پوري طرح ان ڏانهن ئي متوجہ ٿي ويهي، ايستائين جو ذڪر ۾ بہ مشغول نہ ٿئي مگر تڏهن، جڏهن مرشد پاڻ امر فرمائي! مرشد جي حضور (موجودگي) ۾ فرض ۽ سنت ڪانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ ادا نہ ڪري (بلڪ صحبت کي ئي غنيمت سمجهي.)

نقل: هڪڙي بادشاھ جي خدمت ۾ وزير ويٺل هو.اتفاقاً اهو وزير بادشاھ جي حضور ۾ پنهنجي ڪپڙن جا بٽڻ ناهڻ ۾ مشغول ٿي ويو، ان دوران بادشاھ پنهنجي نگاھ وزير تي وڌي ۽ ڏٺائين تہ وزير سندس دربار ۾ غير ڏانهن متوجہ آهي، بادشاھ ڪاوڙ ۾ اچي وزير کي ملامت ڪئي ۽ چيائين تہ، تو جهڙي شخص کي وزير بنائڻ مون کي لائق ناهي، جيڪو منهنجي حضور ۾ (مون ڏانهن متوجہ ٿيڻ بجاءِ) ڪپڙن ناهڻ ۾ پورو آهي. (4)

سوچڻ گهرجي تہ جڏهن هن ڪميڻي دنيا ۽ دنيا ۾ موجود معمولي وسيلن لاءِ هر گهڙي ننڍڙا ننڍڙا آداب ضروري آهن، تہ پوءِ الله تعاليٰ سان واصل ٿيڻ جي وسيلن جا آداب تہ بطريق اوليٰ لازمي ۽ ضروري آهن.ان ڪري جيترو ٿي سگهي، مريد کي انهن معاملن تي نظر رکڻ گهرجي تہ جيئن ڪانئس ڪامل مرشد جي حضور ۾ ڪا بي ادبي ظاهر نہ ٿي پوي، مريد کي گهرجي تہ اهڙي هنڌ بہ نہ ويهي، جو سندس پاڇو، مرشد جي لباس يا مرشد جي پاڇي تي پوي!

---

(4) اهو نقل مجمع الفيوضات ۾ بہ آيل آهي: ص 186 جلد پهريون

مريد کي جڳائي تہ مرشد جي مُصلي تي پير بہ نہ رکي. ان جي وضو واري جاءِ ۾ طهارت نہ ڪري. مرشد جي موجودگي ۾ نہ پاڻي پيئي ۽ نہ ڪجهہ کائي.

مرشد جي موجودگي ۾ نہ ڪنهن سان ڳالهائي، بلڪ ڪنهن ٻئي ڏانهن متوجہ بہ نہ ٿئي.

مرشد جي غيبت (يعني غير موجودگي) ۾ سندس ترسڻ واري جاءِ (خانقاه) ڏانهن پير ڊگها نہ ڪري، ۽ نہ ان طرف ٿڪ وغيره اڇلائي! ڪامل مرشد وٽان جيڪو بہ (قول يا فعل) ظاهر ٿئي ان کي صحيح سمجهي، جيتوڻيڪ کيس ظاهر ۾ صحيح نہ بہ لڳي يا سندس سمجهہ ۾ نہ بہ اچي.

(بلڪ اهو اعتقاد رکي تہ) مرشد جو ڪجهہ ڪري ٿو، الهام سان ۽ الاهي اذن سان ڪري ٿو. اهڙي نموني اعتراض جي گنجائش ڪانہ رهندي. جيتوڻيڪ ڪن صورتن ۾ سندس الهام واري وات ۾ خطا ٿيڻ جو بہ امڪان آهي، پر اها الهامي خطا، اجتهادي خطا جي حڪم ۽ رنگ ۾ آهي، جنهن تي اعتراض يا ملامت جي معافي آهي ۽ اهو بہ تہ جڏهن کيس مرشد سان محبت ٿي چڪي آهي تہ محبت جي قانون ۾ محبوب کان جو ڪجهہ صادر ٿيندو آهي اهو بہ محبوب هوندو آهي پوءِ اعتراض جي مجال نہ ٿي رهي. مريد کي گهرجي تہ ڪلي ۽ جزوي طور (ننڍن وڏن ڪمن ۾) پنهنجي مرشد جي پيروي ڪري، چاهي کائڻ پيئڻ ۾ لباس ۾ ۽ سمهڻ ۾! ۽ نماز بہ مرشد جي طرز ۽ طريقي موجب اداڪرڻ گهرجي ۽ فقہ بہ مرشد جي عمل مان اخذ ڪري!

آن راڪــہ درسرائي نگاريـست فارغ است

از باغ وبوستان و تماشاي لالــہ وزار (5)

اهو شخص جنهن جي پنهنجي گهر ۾ گل ۽ گلزار هجي، ان کي ٻين جا باغ ڏسڻ جي حاجت نٿي رهي.)

---

(5) اهو شعر مولانا جامي جي ڪتاب نفحات الانس ۾ آيل آهي: ص 640

مرشد جي ڪنهن بہ عمل يا فعل ۾ اعتراض جي گنجائش نہ رکي، ڇو ته اهو اعتراض رائي جي داڻي جيترو ڇو نہ هجي، ڇو تہ مرشد بابت اعتراض، محرومي ۽ بدنصيبي کان سواءِ ڪو بہ نتيجو ڪو نہ ڏيندو ۽ ڪاملن بابت عيب ۽ اعتراض ڳولڻ وارا، سڄي مخلوق ۾ بدبخت ۽ بي سعادت ٿي رهجي ويندا آهن. (شال رب ڪريم اسان سڀني کي انهي وڏي آزمائش ۽ مصيبت کان بچائي) مريد کي گهرجي تہ مرشد کان ڪرامتن جي طلب ۽ فرمائش نہ ڪري، جيتوڻيڪ اها طلب نفساني وسوسن ۽ خطرن کي ٿاڙڻ لاءِ هجي. ڇا تو ٻڌو ڪونهي تہ ڪنهن بہ مومن، پنهنجي نبي سڳوري کان معجزن جي طلب ڪانہ ڪئي. بلڪ معجزن جا طالب تہ گهڻو ڪري ڪافر ۽ منڪر ٿي هوندا هئا!

موجب ايمان نباشد معجزات
بويءِ جنسيت ڪند جذب صفات
معجزات ازبهر قهر دشمن است
بويءِ جنسيت پي دل بردن است

(معجزا دشمن جي قهر لاءِ آهن،جنسيت جي بوءِ ئي دلين کي ڇڪي ٿي، معجزا ايمان جو موجب يا سبب ناهن. جنسيت جي بوءِ ئي صفات کي جذب ٿي ڪري.(6)

جيڪڏهن مريد کي دل ۾ ڪو شڪ شبهو پيدا ٿي پوي تہ اهو بنان دير مرشد آڏو پيش ڪري، ۽ پوءِ بہ اهو شبهو حل نہ ٿئي تہ ڪوتاهي ۽ قصور پاڻ ڏانهن سمجهي ۽ پنهنجي فهم جو نقص سمجهي ۽ مرشد ڏانهن حرف بہ نہ سمجهي. جيڪڏهن مريد ڪو خواب ڏسي تہ مرشد کان نہ لڪائي، بلڪ خواب جي تعبير مرشد کان پڇي وٺي. جيڪڏهن طالب تي ڪو حال يا واردات منڪشف ٿي پوي، تہ ان کي بہ مرشد جي آڏو عرض ڪري ۽ صحيح يا غلط جي خبر مرشد کان معلوم ڪري ۽

(6) مثنوي شريف(ص 858 جلد دوم.دفتر ششم شعر 1176) ۽ "مجمع الفيوضات" ۾ بہ آيل آهي: ص 386 ج 2

پنهنجي ڪشف تي اعتماد ۽ ڀروسو ڪري نه ويهي، ڇو ته حق ۽ باطل صحيح ۽ غلط هن دنياوي جهان ۾ گڏيل آهن. ان ڪري حقيقت جي صاحبن ڏانهن رجوع ڪرڻ ضروري آهي ۽ پنهنجي عقل ۽ سمجهه تي ڀاڙڻ نه گهرجي، (جو ڪٿي گمراهي ۾ نه پئجي وڃي)

مريد کي ڪپي ته ضرورت ڪانسواءِ ۽ مرشد جي اجازت ڪانسواءِ ڪائنس پل به پري نه ٿئي، ڇو ته مرشد کي ڇڏي غير ڏانهن وڃڻ مريدي جي منافي آهي. مريد کي گهرجي ته. پنهنجو آواز مرشد جي آواز کان بلند نه ڪري ۽ نه مرشد سان وڏي آواز ۾ ڳالهائي، اها وڏي بي ادبي آهي.

مريد کي جيڪو به باطني فيض ۽ روحاني وند حاصل ٿئي ان کي فقط پنهنجي مرشد جو وسيلو سمجهي. جيڪڏهن مريد خواب ۾ ڏسي ته ان کي ڪنهن ٻئي پير يا ڪن ٻين بزرگن وٽان فيض مليو آهي. ته ان کي به پنهنجي مرشد وٽان مليل سمجهي ۽ يقين ڪري ته جڏهن مرشد سيني ڪمالات ۽ فيوضات جو جامع آهي، مرشد جو خاص فيض سندس خاص استعداد ۽ طاقت جي مناسب ان شيخ جي ڪمال مطابق (جنهن سان اها فيض جي صورت ظاهر ٿي آهي) مريد کي پهتي آهي ۽ اهو مرشد جي لطيفن مان هڪڙو لطيفو آهي(جنهن جي مناسب هو فيض ٿو رکي) ۽ اهو ان شيخ جي صورت ۾ ظاهر ٿيو آهي، جنهن کي محبت جي غلبي سببان. مريد ان کي ٻيو ڪو مرشد سمجهيو آهي ۽ فيض ان کان ڇاتو آهي حالانڪ ائين ناهي، اهو وڏو مغالطو آهي. شال رب ڪريم حفاظت ۾ رکي ۽ محبوب جي صدقي مرشد جي اعتماد ۽ محبت تي ثابت قدم رکي.بهرحال طريقت ڪل ادب آهي اهو مثال مشهور آهي، ۽ڪو به بي ادب خدا تائين ڪڏهن به نه پهچي سگهندو، جيڪڏهن مريد ڪن آدابن ۾ پاڻ کي گهٽ ڄاڻي، ۽ ڪوشش باوجود انهن کي ادا نه ڪري سگهي ته پوءِ مٿس ملامت ناهي، البته ان کي پنهنجي ڪوتاهي جو اعتراف ۽ اقرار ڪرڻ ضروري آهي. پر جيڪڏهن معاذالله ته آدابن جي ادائيگي تو ڪري ۽ نه وري پاڻ کي قصوروار ۽ ڪوتاهه ٿو سمجهي ته پوءِ انهن

ڪاملن جي برڪتن کان محروم رهندو.

هر ڪر را روئي بہ ببهود نداشت

ديدن روئي نبي سود نداشت

(جنهن جي قسمت ۾ هدايت لکيل نہ هئي ان کي تہ پيغمبر ڪريم جو ديدار بہ فائدو نہ ڏيئي سگهيو) (7)

ها! اهڙو مريد جيڪو پنهنجي مرشد جي توجہ جي برڪت سان فنا ۽ بقا جي رتبن کي پهچي وڃي ۽ الهام جي واٽ ۽ فراست واري راهہ متس ظاهر ٿي پوي ۽ مرشد بہ ان جي تائيد ڪندي سندس ڪمال جي شاهدي ڏي تہ پوءِ اهو مريد ڪن الهامي مامرن ۾، پنهنجي مرشد جي اجازت ۽ ڪيس اطلاع ڏيڻ ڪانسواءِ پنهنجي الهامي مامرن تي عمل ڪري سگهي ٿو. جيتوڻيڪ سندس مرشد وٽ مامرو ان جي ابتڙ هجي، ڇو تہ اهو مريد ( فنا ۽ بقا جي منزل ماڻڻ بعد) هاڻي تقليد واري رَسي کان نڪري چڪو آهي ۽ تقليد سندس حق ۾ خطا آهي. ڇا نٿو ڇاڻين تہ اصحابي سڳورا رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين نازل ٿيل الاهي احڪامن ڪانسواءِ باقي دنيا جي ڪن مامرن ۽ بعض اجتهادي معاملن ۾ حضور نبي ڪريم ﷺ جن کان ٻاهر هيا ۽ ڪن وقتن ۾ تہ پاڻ پنهنجي راءِ ڇڏي صحابہ جي ڳالهہ کي وزن ونرائيندا هئا. (جيئن علم وارن تي اها ڳالهہ ڳجهي ناهي) پوءِ معلوم ٿيو تہ (ڪمال جي رتبي کي رسڻ بعد) مرشد جي آڏو سندس حال جي خلاف، پنهنجو حال ظاهر ڪرڻ اهڙي مريد لاءِ جائز آهي ۽ اهو بي ادبي کان بہ بري آهي، بلڪ اتي تہ ادب بہ اهوئي آهي. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ، اصحابي سڳورا (جيڪي ادب ۾ ڪامل هيا سي) بہ تقليد کان سواءِ ڪجهہ نہ ڪن ها. اهڙي طرح امام ابو يوسف رضي الله عنہ کي اجتهاد واري رتبي تي پهچڻ ڪانپوءِ، امام ابوحنيفہ رضي الله عنہ جي تقليد

(7) مڪتوبات امام رباني دفتر اول مڪتوب 292

ڪرڻ خطا آهي، ڇو تہ هاڻي صحيح هجڻ سندس پنهنجي راءِ ۾ آهي، نہ ڪي امام اعظم جي راءِ ۾! جيئن امام ابو يوسف جو مشهور قول پڻ آهي تہ، "مون خلق قرآن واري مسئلي ۾ ڇهہ مهينا امام اعظم سان اختلاف رکيو."(8) تو اهو بہ ٻڌو هوندو تہ گهڻن فڪرن جي گڏجڻ سان ئي صفات جي تڪميل ٿيندي آهي، جي هڪ ئي فڪر هجي تہ ان صفت ۾ ڪا بہ ترقي ڪا نہ ٿي سگهندي، مثال طور: نحو جو علم جيڪو "سيبويہ." جي زماني ۾ هيو اُهو اڄ راءِ جي اختلاف ۽ گهڻن فڪرن ۽ دليلن جي گڏجڻ ڪري هزار ڀيرا وڌيڪ وڌيو آهي ۽ ترقي ڪئي اٿس. اها الڳ ڳالهہ آهي تہ ان جي ايجاد ۽ بنياد جو اصل ثواب ان لاءِ آهي، ڇو تہ فضيلت متقدمين لاءِ آهي. ۽ پوءِ وارن لاءِ بہ ان جو حصو آهي، حديث شريف ۾ آهي تہ، "منهنجي اُمت جو مثال برسات وانگر آهي، نٿو ڄاڻي سگهجي تہ ان جو اول ڀلو آهي يا آخر! " (9) ڄاڻ تہ بزرگن فرمايو آهي"الشَيخُ يُحيِي وَيُمِيتُ" يعني: مرشد جياريندو آهي ۽ ماريندو آهي" ۽ اهو جيارڻ ۽ مارڻ، مرشد جي مقام جي لازمي معاملن مان آهي، پر اتي جيارڻ مان مراد رُوحي جيارڻ آهي، هي ظاهري جسماني جيئرو ڪرڻ ناهي، اهڙي طرح مارڻ مان مراد بہ رُوحاني مارڻ آهي نہ ڪہ هي ظاهري جسماني مارڻ، ۽ هتي حياتي ۽ موت مان مراد آهي "فنا" ۽ بقا، جيڪي "فنا ۽ بقا" سان ئي ولايت ۽ ڪمال جي رتبي تائين پهچائيندا آهن، ۽ ڪامل مرشد الله جي اذن سان انهي ٻنهي معاملن جو مختيار ۽ متڪفل هوندو آهي. پوءِ شيخ ڪامل لاءِ اهي ٻئي احياءَ ۽ اماتت ضروري آهن، پوءِ يُحي جي معنيٰ آهي "يُبقِي": يعني باقي ٿو رکي ۽ يُميتُ جي معنيٰ آهي:

(8) امام ابويوسف جي انهيءَ قول ۽ خلق قرآن واري مسئلي جي وضاحت تعليقات ۾ ڏسو
(9) اها حديث شريف حضرت عبدالله بن عمر ۽ حضرت انس کان روايت ٿيل آهي: سنن ترمذي حديث 2869 مسند امام احمد ص 143 ج 3 / صحيح ابن حبان حديث 2307 /مجمع الزوائد ص 68 ج 10 الجامع الصغير سيوطي حديث 8161/ مشڪوٰة شريف باب فضل لهذه الامۃ فصل ثاني)

"يفني" يعني فنا ٿو ڪري. باقي ظاهري جيارڻ يا مارڻ جو مـرشدي واري منصب سان واسطو ڪونهي. ڪامل مرشد چقمق وارو حڪم ٿو رکي، جيڪوان ڪامل سان نسبت رکندو آهي، اهو ذرڙن جيان ان جي ڪِرِ ڊوڙندو ۽ چڪيو ايندو آهي ۽ پنهنجو پاڳو ۽ حصو ان کان ئي حاصل ڪندو آهي. ڪرامتون يا خلاف واقع ڪم مُريدن جي جذب واسطي ناهن. مُريد تہ معنوي مناسبت سان ڇڪبا ايندا آهن. ۽ جيڪو انهن ڪاملن سان نسبت ئي نٿو رکي اهو انهن جي ڪمالات کان محروم آهي. جيتوڻيڪ هزارين معجزا ۽ ڪرامتون ڏسي،جيئن ابو جهل ۽ ابولهب جو حال ان ڳالهہ لاءِ شاهد آهي. الله تعاليٰ (ڪافرن بابت) فرمايو آهي:"جيڪڏهن سموريون نشانيون ڏسن تہ بہ انهن تي ايمان نہ آڻيندا ايستائين جو جڏهن تنهنجي دربار ۾ توسان جهڳڙو ڪندي حاضر ٿين تہ، (ڪافر چوندا) هي تہ اڳين جون آکاڻيون آهن."(انعام:25) چاڻڻ گهرجي تہ علم جي شرافت ۽ مرتبو، معلوم جي شرف ۽ مرتبي مطابق هوندو آهي. پوءِ معلوم جيتري قدر شرف وارو هوندو علم اوتروئي عالي هوندو. پوءِ باطني علم جنهن سان صوفي سڳورا ممتاز آهن، اهو وڌيڪ شرف وارو آهي ظاهري علم کان جيڪو ظاهري عالمن جو نصيب آهي! جهڙي طرح ظاهري علم حجامت ۽ ڪپڙن اُڻڻ واري علم کان شرف وارو آهي. پوءِ مرشد جي آدابن جو لحاظ رکڻ، ظاهري علم جي استاد جي آدابن کان وڌيڪ آهي. اهو ئي فرق ظاهري علمن جي وچ ۾ آهي، صرف ۽ نحو سيکارڻ واري استاد کان عقائد ۽ فقہ سيکارڻ وارو استاد افضل آهي، علوم فلسفہ واري استاد کان صرف ۽ نحو سيکارڻ وارو استاد افضل آهي، ڇو تہ فلسفي علوم معتبر علمن ۾ داخل ناهن، ان ڪري جو ان جا اڪثر مسئلا اجايا ۽ بي مقصد آهن، ۽ جيڪي ٿورا مسئلا اسلامي ڪتابن مان اخذ ڪيا بہ آهن، انهن ۾ بہ اهڙا تصرف ڪيا آهن، جيڪي جهل مرڪب کان خالي ناهن. عقل ۾ ان جي بوءِ بہ ناهي. نبوت جو طور پيو آهي ۽

عقل نظري جو پيو! واضح هجي ته مرشد جا حق، سيني حقن کان مٿي آهن. بلڪ (الله تعاليٰ ۽ ان جي محبوب رسول صلي الله عليه وسلم) جي حقن کي ڇڏي ڪري، باقي مڙني حقن کي، مرشد جي حقن سان ڪا نسبت ئي ناهي، بلڪ سيني جو حقيقي مرشد خود حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم آهي. ظاهري ولادت جيتوڻيڪ ماءُ پيءُ کان ٿيندي آهي، مگر معنوي ولادت مرشد سان مخصوص آهي!

ظاهري ولادت جي زندگي ڪجھ ڏهاڙا هوندي آهي ۽ حقيقي ولادت جي زندگي اَبدي ۽ هميشه واري هوندي آهي. مُريد جي باطني گندگي کي صاف ڪرڻ وارو مرشد ئي هوندو آهي جيڪو پنهنجي قلب ۽ روح سان مريد جي باطني پليتي کي صاف ڪندو آهي ۽ ان جي معدي کي پاڪ ڪندو آهي. ڪجھ طالبن کي جڏهن توجه ڏني ويندي آهي ته واقعي محسوس ٿيندو آهي ته انهن جي باطني پليتي کي صاف ڪندي، توجه جي صاحب (مُرشد) تي به اها آلودگي اثر ڪندي آهي ۽ دير تائين قائم رهندي آهي. مُرشد جي ئي وسيلي سان انسان الله تعاليٰ کي پهچندو آهي، اهو باري تعاليٰ تائين پهچڻ سيني دنياوي ۽ اخروي سعادتن کان افضل آهي.

مُرشد جي ئي وسيلي نفس آمارو (جيڪو باالذات پليت آهي) پاڪ ٿيندو آهي ۽ امارگي ۽ پليدي کان آجو ٿي اطمينان ۽ آرام حاصل ڪندو آهي ۽ ذاتي ڪفر ترڪ ڪري حقيقي اسلام اختيار ڪندو آهي!(جيڪر ان جي شرح ڪيان ته وڏي وجي) بهرحال پنهنجي نيڪ بختي ۽ سعادت،مُرشد جي قبوليت ۾ ئي سمجهڻ گهرجي ۽ پنهنجي بدبختي سندس رد ڪرڻ ۽ ناراضگي ۾،حق تعاليٰ جي رضا به، مرشد جي رضا مندي جي پردي پويان رکيل آهي، جيستائين مريد پنهنجو پاڻ کي مرشد جي مرضيات ۾ گم نٿو ڪري، حق تعاليٰ جي رضامندي تائين نٿو پهچي سگهي! مُريد جي مصيبت مُرشد کي

ناراض ڪرڻ ۾ آهي. هر قسم جي خواري جو تدارڪ ٿي سگهي ٿو، مگر مرشد جي ناراضگي جو تدارڪ ناممڪن آهي. مرشد جي ناراضگي، مريد جي لاءِ بدبختي جي پاڙ آهي. مرشد جي ناراضگي سان، اسلامي عقيدن ۾ خلل ۽ شرعي احڪامن جي پوري ڪرڻ ۾ فتور اچي ويندو آهي. باطني احوالن ۽ مواجيد جو تہ پڇو ئي نہ! مرشد کي ناراض ڪرڻ ڪانپوءِ بہ، مٿس احوال جو ڪجهہ اثر باقي رهي تہ ان کي (ڪا وڏي فضيلت نہ پر) "استدراج" سمجهڻ گهرجي، جنهن جو نتيجو خراب ٿي هوندو آهي ۽ سواءِ نقصان جي ٻيو ڪو بہ نتيجو نا هي نڪرندو! "والسلام علي من التبع الهدي."

**فقير تي الله جي نعمت جو بيان:-** هڪ ڏينهن، هيءُ فقير پنهنجن يارن جي حلقي ۾ ويٺو هو ۽ پنهنجي حال کي ڏسي رهيو هو، اهو عاجزي سان ڏسڻ ايترو تہ غالب آيو جو پاڻ کي انهيءَ وضع جي بلڪل مناسب نہ پئي سمجهيم. آخرڪار، "جنهن الله تعاليٰ لاءِ عاجزي ۽ نوڙت اختيار ڪئي الله تعاليٰ ان کي بلندي بخشيندو آهي" (10) واري فرمان موافق هن دُور افتاد ٻانهي کي عاجزي واري خاڪ ڪان مٿي ڪڍي، هيءُ آواز سر ۾ ڏنائون تہ "توکي تہ بخشي ڇڏيوسون، پر جنهن بہ واسطي سان يا بنان واسطي، توکي منهنجي دربار ۾ وسيلو بڻايو، ان کي بہ بخشي ڇڏيوسون ۽ اهو سلسلو قيامت تائين جاري رهندو."۽ ٻانهيءَ جي ٻار کي توازيندي، اهو سڀ ڪجهہ بار بار، ايترو تہ فرمائيندا رهيا جو شڪ شبهي جي ڪا بہ گنجائش باقي ڪا نہ بچي!

والحمدلله سبحانہ علي ذالڪ حمدًا ڪثيرًا طيباً مباركاً فيہ مباركاً عليہ

---

(10) هي حديث شريف حضرت عمربن خطاب ۽ حضرت ابو هريره رضي الله عنهما کان روايت ڪيل آهي: مشڪوٰة شريف حديث 5119 / ڪنز العمال حديث 5733/ جامع صغير سيوطي حديث 8605/ حليتہ الاولياء ص 8 ج48 / مجمع الزوائد ص 82 ج 8)

وكما يحب رَبنا و يرضي، والصلوة والسلام عليٰ رسولـه سيدنا محمد والـه وصحبـه كمايحري.

ان کانپوءِ هن واقعي جي ظاهر ڪرڻ جو أمر فرمايائون!

اگـــر بادشـہ بـردر پيـــرزن
بيايدتو اي خواجہ سبلت مکن

(جيڪڏهن بادشاه ٻـڍڙي جي در تي اچي تہ اي سائين تون عجب نہ ڪر)
(بيشڪ تنهنجو رب ڪشادي بخشش وارو آهي)

(رسالو "آداب المـُريدين" پورو ٿيو)

☆☆☆

این رساله در ذکر "آداب مُریدین" از مکاتیب و رسالہ خواجۂ خواجگان و مجدد العصر حضرت شیخ احمد فاروقي نقشبندي قدس الله سره المقدس که انتخاب فرموده حضرت مرشد کامل مکمل؛ شیخ الشیوخ، محي سنن نبوي، مظهر آثار مصطفوي، موصل المُریدین الي المُراد، امام العرفاي وقطب العرفاي حضرت مرشدنا و مولانا پیر سید محمد الراشد قدس الله سره الاقدس.

☆☆☆

بسم الله الرحمـن الرحیم

الحمد لله الذي ادبنا بالاداب النبویـة وهذبنا بالاخلاق المصطفویـة علیـه وعلیٰ آلـه الصلوت والتسلیمات اکملها واتمها

بدانکـه سالکان این راه از دو حال خالي نیستند مُـرید اند یا مُراد! اگر مُراد اند طوبیٰ لهم. براه انجذاب ومحبت ایشان را کشان کشان خواهند برد. وبمطلب اعلیٰ خواهند رسانید. وهرادبي کـه درکار شود بتوسط یا بي توسط تعلیم ایشان خواهند کرد. واگر زلتي واقع شوَد زُود تر متنبـه خواهند فرمود. وبـه آن مواخذه نخواهند کرد. واگر بـه پیر ظاهر احتیاجي داشتـه باشند.بي سعي ایشان بآن دولت دلالت خواهند فرمود. باالجملـه عنایت ازلي جل سلطانـه متکفل حال این بزرگواران است بسبب وبي سبب کار ایشان را کفایت خواهند کرد. الله یجتبي الیـه من یشاءُ. واگر مـُرید اند. کار ایشان بي توسط پیر کامل ومکـمل دشوار است. پیري باید کـه بدولت جذبـه وسلوک مشرف شده باشد. وبسعادت فنا وبقا مستعد گشتـه.وسیر الي الله. وسیرفي الله. و سیرعن الله با الله. و سیر في الا شیاءِ باالله را بانصرام رسا نیده باشد. واگر جذبـه أو برسلوک او مقدم است وبتربیت مرادان مربي شده کبریت احمرست. کلام او دوا ست. ونظرِ او شفا.احیاي دلهاي بتوجه شریف او منوط ست. تازگي جانهاي فسرده بـه التفات لطیف او مربوط. واگراین طور صاحب دولت پیدا نشود. سالک مجذوب هم مغتنم است. وتربیت ناقصان ازو نیزمي آید. وبتوسطِ او بدولت فنا وبقا مي رسند.

آسمان نسبتَ بعرش آمد فرود.

ورنـه بس عالیست سوي خاک تود

اگر بـه عنایت خداوندي جل سلطانـهُ طالبي را باین طور پیر کامل مکمل دلالت فرمودند. باید کـه وجود شریف او را مغتنم دانـد. وخود را بتمام

باو سپارد. وسعادت خود را در مرضيات اوداند. وشقاوت خود را در خلاف مرضيات او شناسد بالجملـه هواي خود را تابع رضاي اوسازد. ودر خبر نبوي است عليـه الصلوة والسلام "لن يومن أحد كم حتي يكون هواه تبعا لما جئت بـه" وبدانكـه رعايت آداب صحبت ومراعات شرايط از ضروريات اين راه است. تا راه افاده واستفاده مفتوح گردد. وبدونها لانتيجـة للصحبة ولا ثمرة للمجلس! بعضي ازآداب وشرايط ضروريـه در معرض بيان آورده مي شوَد وبگوش هوش بايد شنيد! بدانكـه طالب را بايدكـه رُوي دل خود را از جميع جهات گردانيده متوجـه پير خود سازد. وباوجود پير بي اذن أوبنوافل واذكار نپردازد. ودر حضور او بغير او التفات ننمايد. وبكليتـه‌خود متوجـه او بنشيند حتي كـه بذكر هم مشغول نشود. مگر آنكـه او امر كند. و بغير از نماز فرض وسنت در حضور او ادا نـه كنـد. نقل كرده اند كـه يكي سلطان وقت بود كـه وزيرش پيش او ايستاده بود. اتفاقا درين اثنا آن وزير التفاتي بجانب جامـه خود كرده بند آنرا بدست خود راست ميساخت. درين حال نظر سلطان بران وزير افتاد وديد كـه بغير او متوجـه است. بزبان عتاب گفت كـه اين را هضم نمي توانم كرد كـه تو وزير من باشي. ودر حضور من بـه بند جامـه التفات نماي؟ بايد انديشيد كـه هر گاه وسايل دنياي دنيه را آداب دقيقـه دركارست. ووسايل وصول الي الله را بروجـه اتم واكمل رعايت اين آداب لازم خواهندبود! ومَـهمَـا أمكنَ مريد را برين امور نظر ونگاه بايد داشت. تاكـه ازوي در حق پيرو مرشد وي بي ادبي ظاهر نشود! درجاي نـه ايستد كـه سايـه او برجامـه او يا برسايـه او افتد. و برمصلاي او پاي نـه نهد ودر متوضاي او طهارت نكند. وبَظوف خاصـه او استعمال نكند. ودر حضور او آب نخورد وطعام تناول ننمايد. وبكسي سخن نكند بلكـه متوجـه احدي نگردد. ودر غيبت پير جاييكـه اوهست جانب او پائي دراز نكند. و بزاق دهن بـه آن جانب نيندازد. و هرچـه ازپير صادر شود آنرا صواب داند اگرچـه بظاهر صواب ننمايد. او هرچـه ميكند از

الهام میکند و باذن کار میکند. برین تقدیر اعتراض را گنجایش نباشد. واگرچه در بعض صور درالهامش خطا راه یابد چه خطائي الهامي در رنگ خطائي اجتهادي ست. ملامت واعتراض بر آن مجوز نیست. وایضًا چون این را محبتي به پیر پیدا شده است. در نظر محب هر چه از محبوب صادر مي شود محبوب مي نماید. پس اعتراض را مجال نباشد! ودر كلي وجزوي اقتدا به پیر کند. چه در خوردن. وپوشیدن ودر خفتن! وطاعت کردن نماز را بطرز او ادا باید کرد. و فقه را از عمل او اخذ باید نمود!

آنرا که درسراي نگاریست فارغ است
از باغ وبوستان وتما شاي لاله وزار

وهیچ اعتراض را درحرکات وسکنات او مجال ندهد. اگرچه آن اعتراض مقدار حبة خردل باشد. زیر آنکه اعتراض را غیر از حرمان نتیجه نیست. وبي سعادت ترین جمیع خلایق عیب بین اینطایفه علیه است! نجاناالله سبحانه عن هـذا البلاء العظیم! ونیز طلب خوارق وکرامات از پیر خود نکند. اگرچه آن طلب براي دفع خواطر ووساوس باشد!
هیچ شنیده که مومن از پیغمبري معجزه طلب کرده باشد. معجزه طلبان کفاراند واهل انکار!

موجب ایمان نباشد معجزات
بوي جنسیت کند جذب صفات
معجزات از بهر قهر دشمن است
بوي جنسیت پي دل بُردنست

اگر شبه پید اشود درخاطر آنرا بي توقف عرض نماید. اگر حل نشود تقصیر بر خود نهد وهیچ منقصت را بجناب پیر عاید نسازد. وواقعه که روي دهد از پیر نهان ندارد. وتعبیر وقایع از او طلب کند. وتعبیري که بر طالب منکشف شوَد نیز عرض نماید. وصواب وخطارا ازو جوید. وبر کشف خود اعتماد نه نماید. که در دار دنیا حق با باطل ممتزج است و

صواب با خطا متخلط، پس از محققین رجوع باید کرد. نـه بر عقل وفهم خود اعتماد کند! وبي ضرورت وبي اذن ازو جدا نشود. کـه غیر اورا بروي گزیدن منافي ارادت ست! و آواز خود را بر آواز او بلند نکند. وسخن بلند باو نگوید کـه سوئي ادب است! وهر فیضي وفتوحي کـه برسد، آنرا بتوسط پیر تصور نماید! واگر در واقع بیند کـه فیضي از مشایخ دیگر رسیده است آنرا نیز از پیر خود داند. وبداند چون پیر جامع کمالات وفیوض است. فیض خاص از پیر مناسب استعداد خاص مرید ملایم. کمال شیخي ازشیوخ کـه صورت افاضـة ازوي ظاهر شده است بمرید رسیده است. ولطیفـه از لطایف پیر کـه مناسبت بـه آن فیض دارد، و بصورت آن شیخ ظاهر شده است. بواسطـه ابتلاي مرید آن لطیفـه را شیخ دیگر خیال کرده است. و فیض را ازان دانسته این مغالطـه عظیم است. حق سبحانـه اززلت قدم نگاه دارد وبر اعتقاد ومحبت پیر مستقیم دارد، بحرمـة سید البشر علیـه وعلي آلـه الصلواة والتسلیمات. باالجملـه "الطریق کُلـهُ ادب" مثل مشهورست. ! هیچ بي ادبي بخدا نرسد. واگر مرید در رعایت بعضي از آداب خود رامقصر داند ودر اداي ماینبغي نرسد واگر بسعي هم نتواند از عهده بر آمد معفو است. اما از اعتراف بتقصیر ناچارست واگر عیاذا! باالله سبحانـه رعایت آداب نکند و خودرا مقصر هم نداند از برکات این بزرگواران محروم است!

هر کـه را روئي بـه بهبود نداشت
دیدن روئي نبي سود نداشت

آري مریدي کـه ببرکت توجـه پیر بمرتبـه فنا وبقا برسد وراه الهام وطریق فراست بروي ظاهر شود. و پیر آنرا مسلم دارد بکمال او گواهي دهد. آن مرید رامي رسد کـه در بعضي امور الهامي بـه پیر خلاف کند. وبمقتضاي الهام خود عمل کند. اگرچـه نزد پیر خلاف آن متحقق بود، چـه آن مـُرید درین وقت از ربقـه تقلید بر آمده است. و تقلید در حق وي

خطا است. نمي بيني كه صحابه رضوان الله عليهم اجمعين در احكام غير منزله بطريق اجتهاد بآن سرورﷺ خلاف كرده اند ودر بعضي اوقات صواب بجانب صحابه بود. كما لا يخفي علي ارباب العلم! پس معلوم شد كه خلاف با پير مريد را بعد از رسيدن بمرتبه كمال مجوز ست واز سوئي ادب مبرا است. بلكه اينجا همين ادب است. واگر نه اصحاب پيغمبر عليه الصلوة والتسليمات كه بكمال آداب مودب بودند غير از تقليد امر ديگر نميكردند. ابو يوسف رضي الله عنه را بعد از رسيدن بمرتبه اجتهاد. تقليد ابي حنيفه رضي الله عنه خطا است صواب در متابعت راي خودست نه راي ابي حنيفه! قول مشهورست از امام ابو يوسف كه "نازعتُ ابا حنيفه في مسئلة خلق القران ستة اشهر"! شنيده باشي كه تكميل صناعت بتلاحق افكارست! اگر بر يک فكر ماندي زيادتي پيدا نكردي. نحوي كه درزمانه "سيبويه" بوده.امروز باختلاف راي وتلاحق انظار ده صد زيادتي وكمال پيدا كرده است اما چون بنارا او نهاده است فضل اوراست" الفضل للمتقدمين" ليكن كمال اينهارا " مثلُ أمتي كمثل المطر لايدري اولهم خير ام آخرهم" حديث نبوي است عليه وعلي آله الصلوت والتسليمات!

تحقيق براي دفع شبهة لبعض المريدين: بدانكه گفته اند"الشَيخُ يُحي ويُميتُ " احيا واماتت از لوازم مقام شيخي ست مراد از احياي روحي ست نه جسمي، وهمچنين مراد از اماتت روحي است نه جسمي. ومراد از حيات وموت فنا وبقا است كه بمقام ولايت وكمال مي رساند! وشيخ مقتدا باذن الله سجانه متكفل اين دوامرست! پس شيخ را ازين احياي واماتت چاره نباشد معني يحي اي يبقي و معني يميت اي يفني و احيا واماتت جسمي را بمنصب شيخي كاري نيست شيخ مقتدا حكم كاه ربا دارد. هر كسي راكه باو مناسبت است رنگ خس وخاشاک در عقب او مي دَود ونصيب خودرا ازوي استيفامي نمايد وخوارق وكرامات ازبراي جذب مريدان نيست. مريدان بمناسبت معنوي منجذب ميگردند وآنكه

باین بزرگواران مناسبت ندارد از دولت کمالات ایشان محروم است، اگرچه هزار معجزه و خوارق و کرامت بیند. ابوجهل وابولهب را شاهد این معني باید گرفت. قال الله سبحانــه وتعالیٰفي حق الکفار:" وان یرو کل آیـة لایؤمنوا بها حتيٰ اذا جاؤک یجاد لونک یقول الذین کفروا ان هذا الا اساطیر الاولین (انعام :25) والسلام عليٰ من اتبع الهـُدي !

بدانکـه شرافت ومرتبـه علم باندازه شرف ورتبـه معلوم است، پس معلوم هر چند شریف تر علم آن عالي تر. پس علم باطن کـه صوفیـه بآن ممتازند اشرف باشد از علم ظاهر کـه نصیب علماي ظواهرست، برقیاس شرافت علم ظاهر بر علم حجامت وحیاکت! پس رعایت آداب پیر کـه علم باطن را ازو اخذ کنند بـه اضعاف زیاده با شد. از رعایت آداب استاد کـه علم ظاهر ازو استفاده نمایند. وهمچنین رعایت آداب استاد علم ظاهر به اصنعاف زیاده است از رعایت آداب استاد حجام وحایک. وهمچنین تفاوت در اصناف علوم ظاهري جاري ست، استاد علم کلام وفقـه اوليٰ واقدم ست از استاد علوم فلسفي! بدانکـه علوم فلسفي داخل علوم معتبره نیست، اکثر مسایل آن لاطایل ست وبي حاصل! واقل مسایل آن کـه از کتب اسلامیـه اخذ نموده اند وتصرفات دران کرده از جهل مرکب خالي نیستند کـه عقل را دران موطن مجال نیست طور نبوت وراي طور عقل نظري ست!

باید دانست کـه حقوق پیر فوق حقوق سایر ارباب حقوق است، بلکـه نسبت ندارد حقوق پیر بحقوق دیگران بعد از انعامات حضرت حق سبحانه واحسانات رسول الله ﷺ ،بلکـه پیر حقیقي همـه رسول الله است، ولادت صوري هرچند از والدین است اما ولادت معنوي مخصوص بـه پیر است، ولادت صوري را حیات چند روز است، وولادت معنوي را حیات ابدي است. نجاسات معنویـه مرید را پیراست که بقلب و روح خود کناسي مي نماید وتطهیر وتسکین اومیفرماید، شیخ قلوب وارواح مریدان را تطهیر میکند چنانچه جاروب کشان کـه خانها را صاف دارند!

در توجهات کـه نسبت بـه بعضي مسترشدان واقع مي شود. محسوس مي گردد کـه در تطهير نجاسات باطن ايشان تلوثي بصاحب توجـه نيز ميدود وتا زماني مکدر ميدارد. پيرست کـه بتوسل اوبخدا مي رسد عزوجل. کـه فوق جميع سعادات دنيويـه واخرويـه است. پيراست کـه بـه وسيلـه اونفس اماره کـه باالذات خبيث است مزکي ومطهر ميگردد. واز امارگي باطمينان ميرسد واز کفر جبلي باسلام حقيقتي مي آيد!

گربگويم شرح اين بيحد شود!

پس سعادت خودرا درقبول پير بايد دانست. وشقاوت خودرا در رد او. (نعوذ باالله سبحانـه من ذالک)

رضاي حق سبحانـه و تعاليٰ را در پس پرده رضاي پير مانده. تامريد در مراضي پير خود را گم نسازد بمرضيات حق سبحانـه نرسد! آفت مريد در آزار پيرست. هرزلتي کـه بعد آن باشد تدارک آن ممکن ست. اما آزار پير رابهيچ چيز تدارک نمي توان نمود. آزار پير بيخ شقاوت ست مر مريد را. عياذا باالله سبحانـه من ذالک.

خللي در معتقدات اسلاميـه وفتوري در اتيان احکام شرعيـه از نتايج وثمرات آنست. از احوال و مواجيد کـه بباطن تعلق دارد خود چـه گويد. واثري از احوال. اگر باوجود آزار پير باقي مانده از استدارج بايد شمرد. کـه آخر بخرابي خواهند کشد وغيراز ضرر نتيجـه نخواهد داد. والسلام علي من التبع الهديٰ!

نعمت خداي تعاليٰ بر فقير:- "واما بنعمت ربک فحدث" اين درويش روزي در حلقـه يا ران خود نشستـه بود و نظر بر خرابيهاي خود داشت. واين نظر غالب آمده بود بحدي کـه خود را بي مناسبت•تام بدين وضع مي يافت دراين اثناي بحکم. "مَن توا ضَعَ للہ رَفعَـہُ اللهُ" . اين دور افتاده را از خاک مذلت برداشتند واين ندا درسر او دادند کـه "غفرت لک ولمن توسل بک الي بواسطـة او بغير واسطـة اليٰ يوم القيمـة" وبتکرار اين معني نواختند بحدي کـه گنجايش ريب نماند!

والحمدلله سبحانهٗ عليٰ ذالک حمداً کثیراً طيباًمبارکا فيه مبارکا عليه وکما يحب ربنا ويرضي، والصلوٰة والسلام عليٰ رسوله سيدنا ومولنا محمد وآله وصحبه کمايحري.

بعد ازان به افشاي اين واقعه مامور ساختند!

اگر بادشاه بر در پيرزن
بيايد تواي خواجه سبلت مکن

ان ربک واسع المغفرة

(تمت رساله آداب المريدين)

☆☆☆

---

(8) امام ابويوسف جي انهيءَ قول ۽ خلق قرآن واري مسئلي جي وضاحت تعليقات ۾ ڏسو

## معرفتِ الاهي

انسان ذات جي تخليق جو مقصد "الله تعاليٰ جي عبادت ۽ سندس معرفت حاصل ڪرڻ" ئي آهي. ان ڪري ئي الله تعاليٰ سڀ کان پهرين پنهنجي محبوب ڪريم، باعث تخليق ڪائنات، سرور عالم ﷺ جن جي نُور کي پنهنجي نُور جي فيض مان پيدا فرمايو ۽ محبوب جي نُور جي فيض مان هر شيءِ کي پيدا ڪري اعلان فرمايائين: "آئون هڪ لڪل خزانو هيس، مونکي ڪنهن به نه پئي سُڃاتو، پوءِ مون پسند فرمايو ته اهڙي مخلوق پيدا ڪريان، جيڪا مونکي سُڃاڻي ۽ پوءِ مون (تمام مخلوق جي جان) محمد ڪريم ﷺ جي "نُور" کي پيدا فرمايو. ته جيئن منهنجي معرفت حاصل ڪئي وڃي!"

☆ حضرت شيخ المشائخ سيدنا عبدالقادر جيلاني قدس سره لکن ٿا: الله تعاليٰ سڀ کان پهريان پنهنجي نُور جمال مان پنهنجي محبوب محمد ڪريم ﷺ جي نُور ۽ روُح کي پيدا فرمايو، جنهن کي "حقيقت محمديه" چئبو آهي. پوءِ روُحِ محمدي تمام مخلوق جو نچوڙ ۽ ڪائنات جي ابتدا ۽ اصل آهي. عالمِ لاهوت ۾ سڀئي روُح، نُور محمدي مان پيدا ٿيا ۽ اهوئي عالمِ انسان جو اصلي وطن آهي. جڏهن ذات محمدي جي تخليق کي چار هزار سال گذريا، تڏهن باري تعاليٰ نُور محمدي ﷺ مان عرش ۽ ٻين تمام شين کي پيدا ڪيو ۽ ان کانپوءِ روُحن کي عالمِ اَسفل ڏانهن موٽايائين ۽ انهيءَ ئي جهان ۾ اهي روُح جسمن ۾ منتقل ٿيا. "پوءِ اسان ان کي اسفل سافلين ڏانهن موٽايوسون" يعني پهريان ان کي عالمِ لاهوت کان عالمِ جبروت ڏانهن موٽايائين ۽ ان کي اتي ٻنهي حَرمن جي وچ ۾ جبروت جي نور مان هڪ لباس پارايائين، جنهن جو نالو "روُح سلطاني" آهي. پوءِ روُح کي انهيءَ لباس سان عالمِ ملڪُوت ڏانهن موٽايائين ۽ اتي ڪيس نُورِ ملڪوت جو لباس پارايو ويو

۽ ان جو نالو روح رواني آهي. ان کانپوءِ اهو روح عالم مُلڪ ڏانهن موٽيو ۽ نُورِ مُلڪ جو لباس پاتائي روح جسماني جي صُورت ورتائين ۽ ان ٿي جهان ۾ جِسمن جي تخليق ٿي. "۽ اسان ان ٿي (زمين) مان توهان کي پيدا ڪيو" ۽ پوءِ پاڻ انهن جسمن ۾ پنهنجو روح ڦوڪيائين. پوءِ جڏهن جسمن سان روحن جو تعلق قائم ٿيو. تڏهن اهي ان "الست" واري واعدي کي وساري ويٺا. جيڪو عالمِ ارواح ۾ باري تعاليٰ سان ڪيو هيائون تہ "هائو تون اسان جو رب آهين!" پوءِ اهي روح ويساري ۽ ڀُل جي ڪري هتي جا ٿي رهجي ويا ۽ پنهنجي اصلي وطن ڏي نہ موٽيا! الله تعاليٰ جيڪو گهڻو مهربان ۽ ٻاجهارو آهي، ان کي پنهنجي مخلوق تي رحم پيو ۽ نبين ۽ آسماني ڪتابن جو سلسلو شروع ٿيو. "۽ انهن کي الله جا ڏينهن ياد ڏياريو" يعني اهي ڏينهن. جڏهن اهي حق سان واصل هيا! ڪيئي نبي. رسول ۽ ڪتاب پنهنجي پنهنجي وقتن تي آيا. ۽ سڀني جو اصل مقصد فقط اهو هيو تہ "آدم جي اولاد جي روح کي پنهنجو اصلي وطن ياد اچي". پر تمام ٿورڙن ماڻهن کي اهو اصلي وطن ياد پيو ۽ گهڻا جيترا روح هيا. جن کي هن دنيا ۾ رهي اهو اشتياق. شوق ۽ ذوق پيدا ٿيو تہ هو اصلي وطن ڏانهن موٽي وڃن! نبوت ۽ رسالت جو اهو سلسلو روحِ اعظم. خاتم الانبياءِ سيدنا محمد رسول الله ﷺ تي وڃي پورو ٿيو. پاڻ ڪنهن خاص علائقي يا خطي جا نبي نہ هيا. بلڪ پوري انسانيت جي سُتل بخت کي جاڳائڻ لاءِ تشريف فرما ٿيا. ڪين علم ۽ حڪمت جي وند ورهائڻ. دلين کي بصيرت جو نُور ڏيڻ ۽ روحن آڏو آيل رُڪاوٽن ۽ پردن کي هٽائڻ جو حُڪم ڏنو ويو هو! بصيرت روح جي اک آهي. جيڪا ظاهري علم سان ناهي کُلندي. بلڪ ان لاءِ لُدني جهان کپي جيڪو باطن سان تعلق ٿو رکي. انسان لاءِ ضروري آهي تہ هُو بصيرت واري اها اک ڪنهن وليءَ. تلقين جي صاحب ۽ عالمِ لاهوت کان باخبر ڪامل مرشد وسيلي حاصل ڪري! اي ڀائرو! هوش ۾ اچو ۽ سچي توبهہ ڪندي پنهنجي پالڻهار جي بخشش ڏانهن ڊُڪو. سلوڪ واري واٽ

وَٺو ۽ روحاني قافلن جي سَنَت ۾ پنهنجي مالڪ ڏانهن موٽي وڃو! ڪٿي ايئن نہ ٿئي جو رستو ڪَٽجي وڃي ۽ ڪو هم سفر باقي نہ بچي! ياد رکو! اسان هن ڏتڪاريل دنيا ڪي وسائڻ نہ آيا آهيون. اسان ڪي هتان لَڏڻو آهي، فاني دنيا جي مَستين ۽ نفساني سَڌن جي پوئيواري ختم ڪرڻي آهي. سهڻي سرور ﷺ فرمايو آهي: "مان پنهنجي اُمت جي انهن ماڻهن لاءِ ڏکويل آهيان، جيڪي آخري زماني ۾ هوندا!" بهرحال بارگاهہ الاهي مان اسان ڪي جيڪو علم عطا ڪيو ويو آهي، ان جا ٻہ قسم آهن: علم ظاهر ۽ علم باطن. يعني شريعت ۽ معرفت! شريعت جو حڪم ظاهر تي لاڳو ٿئي ٿو ۽ معرفت جو باطن تي! انهن ٻنهي علمن جي نازل ڪرڻ جو مقصد آهي "علم حقيقت حاصل ڪرڻ." رڳو ظاهري علم سان حقيقت جي علم تائين پهچي نٿو سگهجي ۽ نہ وري مقصود ماڻي ٿو سگهجي. ڪامل ۽ اڪمل عبادت ۽ ٻانهپ لاءِ علم ظاهري سان گڏ علم باطني جو حاصل ڪرڻ بہ نهايت ضروري آهي. باري تعاليٰ فرمايو آهي: "مون ناهي پيدا ڪيو جنن ۽ انسانن ڪي، پر هن لاءِ تہ منهنجي عبادت ڪن." اتي "عبادت ڪن" مان مُراد آهي تہ "منهنجي معرفت حاصل ڪن." ڇوتہ معرفت ڪانسواءِ عبادت ممڪن ئي ناهي. ۽ معرفت جي حصول جو فقط هڪ ذريعو آهي تہ انسان دل جي آئيني تان نفس جا حجاب ۽ پَردا هٽائي ڇڏي، جڏهن نفساني حجاب هٽي ويندو آهي تہ انسان دل جي گهرائين ۾ لڪيل راز جي حُسن ۽ سُونهن ڪي انهيءَ آئيني ۾ ظاهر ظهور ڏسندو آهي. قدسي حديث آهي تہ: "آئون هڪ لڪيل خزانو هيس. پوءِ مون پسند ڪيو تہ آئون سڃاتو وڃان، پوءِ مون مخلوق ڪي پيدا فرمايو تہ جيئن منهنجي معرفت حاصل ڪئي وڃي!" جڏهن پالڻهار پاڻ فرمائي پيو تہ آدم جي تخليق جو مقصد "معرفت خداوندي" آهي، تہ پوءِ انسان تي لازم آهي تہ هُو پنهنجي پروردگار ۽ پالڻهار جي معرفت حاصل ڪري! (سرالاسرار ص 5)

## راهِ سُلوڪ

الله تعاليٰ جي معرفت، سندس قرب، محبت ۽ رضامندي واري دولت حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪا واٽ ونبي آهي، ان کي صوفياءِ ڪرام "راهِ سُلوڪ" چوندا آهن. يعني اهڙي واٽ جيڪا ٻانهي کي پنهنجي حقيقي مالڪ ۽ مولا سان ملائي! ۽ اهو سلوڪ "شريعت مطهره" ۾ شرعي ۽ مسنون علم جي تحصيل، تڪرار ۽ عمل سان حاصل ٿيندو آهي. "طريقت" ۾ سخت رياضتن، مجاهدن، مُراقبن، ذڪر ۽ فڪر ۽ بُرين وصفن ۽ خراب عادتن کان اخلاق حَسنہ ڏانهن هجرت ڪرڻ، ۽ راهِ دان ۽ راهه بَر مُرشد جي نظر هيٺ، سلوڪ جي آدابن ۽ طور طريقن جي پوري حفاظت ڪرڻ سان حاصل ٿيندو آهي ۽ "حقيقت" ۾ باري تعاليٰ جي خاص عنايت، فضل ۽ مهرباني سان حاصل ٿيندو آهي ۽ ان ۾ سالڪ پنهنجي هستي کي مِٽائي، حق تعاليٰ جي ذاتِ هستي ۾ فنا ٿي ويندو آهي! بهرحال مجموعي طور صوفياءِ ڪرام، راهِ سُلوڪ جي پانڌيئڙن کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو آهي: هڪڙا اهي سالڪ، جيڪي مجاهده ۽ رياضتن سان، مقصود تائين پهچن، انهن کي محب، مريد ۽ ارضي سالڪ چئبو آهي ۽ انهن لاءِ ڪنهن ڪامل مرشد جو هجڻ ضروري آهي. ٻيا اهي سالڪ، جيڪي رياضتن ۽ مشقتن کانسواءِ، فقط باري تعاليٰ جي خاص عنايت، توفيق ۽ مشاهدي سان مقصود کي پهچن، انهن کي محبوب، مُراد ۽ سماوي سالڪ چئبو آهي ۽ انهن کي بظاهر ڪنهن مُرشد جي ضرورت ناهي رهندي. (شرح اصطلاحات تصوف ص 306 ج 6)

## مُريد ۽ مُراد

تصوف ۽ عرفان جي صاحبن انهن ٻنهي لفظن بابت انيڪ معنائون ۽ مفهوم بيان ڪيا آهن، انهن جو خلاصو هتي ڏجي ٿو:

☆ "مـُريد" ۽ "مـُراد" اهي ٻئي لفظ "ارادت" مان ورتل آهن ۽ ارادت جي لغوي معنيٰ آهي: گهـُرڻ، خواهش، لاڙو ڪرڻ، چاهڻ، قصد، عزم ۽ مرضي وغيره. ۽ مـُريد جي لغوي معنيٰ آهي: ارادو ڪندڙ، چاهيندڙ، گهـُرندڙ وغيره ۽ مـُراد جي معنيٰ آهي: مقصود يا جنهن جو ارادو ڪيو وڃي، يا جنهن کي چاهيو وڃي! ۽ سـُلوڪ جي اصطلاح ۾ " مـُراد" اهو آهي، جنهن جو ارادو باقي نہ رهي، پر سڀئي معاملا (قدرت طرفان) پاڻهي ان لاءِ مهيا ڪيا وڃن ۽ بنا سختي ۽ مشقت، مجاهده ۽ تڪليف جي، مڙني رسمن، مقامن ۽ رُتبن کان گذري ويو هجي ۽ " مـُريد" پنهنجي ارادي کان آزاد ڪي ڇٽبو آهي، ڇوتہ صادق ۽ سچو مـُريد اهو آهي جيڪو پنهنجي ارادن جي واڳ پنهنجي مـُرشد جي هـَٿ ۾ ڏيئي ڇڏيندو آهي. ٻين لفظن ۾، مراد: اهي حق جا طالب، جن کي حق تعاليٰ پاڻ ڏانهن ڇـِڪي! مريد: جيڪي پاڻ ڪوشش، محنت ۽ سعي سان حق تعاليٰ ڏانهن هلن!

☆ حضرت ابوالفيض ذوالنون مصري متوفي 245ھ فرمائي ٿو: " مـُريد طلب ڪندو آهي ۽ مـُراد ڊوڙندو آهي." ان قول جي شرح ۾ شيخ الاسلام هـَروي فرمائي ٿو: " مـُريد هزارين نياز طلب ڪندو آهي ۽ مـُراد هزارن نازن سان پهچندو ويندو آهي." (نفحات الانس، ص 165)

☆ حضرت جنيد بغدادي متوفي 298ھ جو فرمان آهي تہ، بيشڪ مـُريد پنڌ ڪندڙ هوندو آهي ۽ مـُراد اڏامندڙ هوندو آهي، پوءِ پيادل هلڻ وارو، اڏامندڙ کي ڪڏهن ٿو پهچي سگهي. (الرسالة القشيريہ، ص 238)

☆ حضرت ابو علي روذباري متوفي 322ھ فرمائي ٿو: مـُريد اهو آهي جيڪو پاڻ لاءِ ڪوبہ ارادو ناهي ڪندو، پر اهو جيڪي الله تعاليٰ ان لاءِ ارادو فرمائي، ۽ مـُراد ٻنهي جهانن مان ان ذات کانسواءِ ٻيو ڪنهن جو بہ ارادو ناهي ڪندو! (طبقات الصوفيہ، ص 356)

☆ حضرت شيخ ابو طالب مڪي متوفي 386ھ فرمائي ٿو: محبت ۾ بہ مقام آهن، هڪڙو مقام تعريف ۽ ٻيو مقام تعرف! مقامِ تعريف مان

مُراد عام معرفت آهي ۽ اها خاص معرفت کان پهريان حاصل ٿيندي آهي، ۽ مقام تعرف مان مُراد خاص معرفت اهي، ۽ اها عام محبت کانپوءِ حاصل ٿيندي آهي. اهڙي طرح محبت جي ان پهرين مقام کي " مُريد" ۽ ٻئي مقام کي "مُراد" چيو ويجي ٿو. حقيقت اها آهي ته سيئي ٻانها مُريد آهن ۽ سيني جي مُراد باري تعاليٰ ئي آهي، پر صوفياءِ ڪرام ڪن مخصوص ٻانهن کي " مُراد" جو نالو ڏنو آهي، ته جيئن حق جي طالبن ۾ امتياز ڪري سگهجي، يعني طالب ۽ مطلوب، راغب ۽ مرغوب، حافظ ۽ محفوظ، مبتدي ۽ مبادي، منيب ۽ مجتبي ۾!(قوت القلوب ص 205 ج 2)

يعني: مُريد طالب هوندو آهي ۽ مُراد مطلوب هوندو آهي، مُريد مبتدي هوندو آهي ۽ مُراد منتهي هوندو آهي، مُريد قاصد هوندو آهي ۽ مُراد مقصود هوندو آهي، مُريد مُحب هوندو آهي ۽ مُراد محبوب هوندو آهي، مُريد راغب هوندو آهي ۽ مُراد مَرغوب هوندو آهي.

☆ حضرت عبدالله انصاري متوفي 481هه پنهنجي فارسي رسالي جي "باب المُريد و المُراد" ۾ لکيتو: مُريد جو معاملو جستجو سان آهي ۽ مُراد جو معاملو گفتگو سان آهي. مُريد جو معاملو رياضتن تي آهي ۽ مُراد جو معاملو عنايتن تي آهي. مُريد خدمت جو چولو پائيندو آهي، مُراد وَصل جو شراب نوش ڪندو آهي ۽ قربت جو لباس پائيندو آهي. مُريد تڪليفن ۽ مشقتن جا پهاڙ ڏاريندو آهي ۽ مُراد لڪيل خزانن سان مالامال ڪيو ويندو آهي ۽ مُريد مرحوم هوندو آهي ۽ مُراد معصوم هوندو آهي.(رسالہ مقامات، ص 182)

☆ امام ابوالقاسم قشيري متوفي 465هه لکي ٿو: سيئي مُريد حقيقت ۾ مُراد آهن، ڇوته جيڪڏهن الله جو ارادو ۽ چاهت نه هجي ته ڪوبه سندس مُريد يا ارادو ڪندڙ ڪيئن ٿو ٿي سگهي، ۽ اهڙي طرح سيئي مُراد حقيقت ۾ مُريد آهن، ان ڪري جو جڏهن انهن خاص حق سبحانہ جو ارادو ڪيو آهي، تڏهن ان ڪين ارادت جي توفيق ڏني آهي، پر

صوفين جي هڪڙي جماعت " مُريد ۽ مُراد" ۾ فرق ڪيو آهي، پوءِ انهن وٽ مُريد مبتدي آهي ۽ مُراد منتهي آهي، ۽ مُريد سلوڪ واري راھ ۾ مشقتون برداشت ڪندو آهي ۽ مُراد لاءِ مشقتن ڪان سواءِ ئي معاملا پورا ڪيا ويندا آهن. مون پنهنجي مُرشد ابو علي دقاق کي فرمائيندي ٻُڌو ته. موسيٰ عليه السلام مُريد هو، تڏهن عرض پيو ڪري ته منهنجا رب! منهنجي لاءِ منهنجو سينو ڪشادو ڪر. (طه:25) ۽ اسان جو محبوب نبي ﷺ مُراد هيو، جو الله تعاليٰ فرمائي پيو ته: "اسان تنهنجي لاءِ تنهنجي سيني کي ڪشادو ڪري ڇڏيو آهي. (انشراح:1) اهڙي طرح موسيٰ عليه السلام مُريد هيو، جو عرض پيو ڪري ته مون کي پنهنجو ديدار ڪراءِ ۽ رب فرمائي پيو ته مون کي هرگز ڏسي ڪونه سگهندين. (اعراف:143) پر اسان جو نبي ﷺ مُراد هيو جو رب ڪيس پاڻ پنهنجو ديدار ڪرائي فرمائي پيو ته. "ڇا تو پنهنجي رب کي نه ڏٺو ته ڪيئن پاڇي کي ڦهلايائين." (الرسالة القشيريه، ص 238)

☆ اهائي معنيٰ امام شرف الدين حسين بن محمد الطيبي متوفي 743ھ به مشڪواة جي شرح ۾ بيان ڪئي آهي. (شرح الطيبي، ص 359 ج 10)

☆ مُريد اهو شخص آهي جنهن خلافت جي صاحب مُرشد جي هٿ تي بيعت ڪئي هجي ۽ ان مُرشد سندس مٿي تي ڪئنچي هلائي، ڇڳ وڍي هجي ۽ کيس ڪُلاھ پارائي گناهن کان توبهه تائب ڪرايو هجي! ۽ مُراد اهو آهي جو حق تعاليٰ ان کي اوچتو پنهنجي قدرت سان پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺي ۽ سمورا احوال ان جي سر آڏو رکيا وڃن جو غيبي معاملا مٿس کُلي پون! جيئن اهو معاملو حضرت عمر فاروق رضي الله عنه سان ٿيو، جيڪو گهران حضرت پيغمبر ڪريم کي قتل ڪرڻ جي ارادي سان نڪتو هيو، پر حق تعاليٰ کيس رستي ۾ ئي اَسير بڻائي ڇڏيو، جڏهن ته اڳ ۾ ڪابه عبادت، مجاهدو يا رياضت نه ڪئي هيائين، اهڙي طرح حضرت ابراهيم بن ادهم جو به قصو مشهور آهي، جيڪو بادشاھ جو پُٽ هيو ۽ شڪاري ڪُتا ڪاهي، تفريح، لهو ۽ لعب لاءِ جهنگ ڏانهن

نڪتو هيو ۽ اڳ ۾ ڪابہ رياضت نہ ڪئي هيائين. اتي اهو آواز ٻڌائين تہ: "اي ابراهيم! اسان توکي ان مقصد لاءِ پيدا نہ ڪيو آهي!" پاڻ ان ڏينهن ئي توبهہ تائب ٿيو ۽ سلوڪ واري واٽ اختيار ڪري، ولايت جي اعليٰ ترين رُتبي تي پهتو.

## مُراد ۽ اويسي طريقو

☆ "مُراد" اهي مخصوص ٻانها آهن، جيڪي حضرت محبوب ڪريم ﷺ جن جي خاص وساطت ۽ وسيلي سان بارگاهہ الاهي ۾ منظور ۽ مقبول هوندا آهن ۽ اهي ظاهر ۾ ڪنهن بہ پِير يا مُرشد جي ضرورت محسوس ناهن ڪندا ۽ انهن ڪامل ٻانهن کي حضرت اويس قرني رضي الله عنہ جي نسبت سان "اويسي" سڏيو ويندو آهي. جيئن مولانا جامي قدس سره لکي ٿو: الله جي ولين جي هڪ اهڙي جماعت آهي، جن کي طريقت جا مشائخ سڳورا "ڪُبراءِ حقيقت اويسي" چون ٿا. انهن بزرگن کي ڪنهن پِير يا طريقت جي مُرشد جي ضرورت ناهي هوندي. ڇوتہ خود شهنشاهہ ڪونين ﷺ جن پنهنجي خاص توجهہ ۽ مهربانيءَ سان انهن هستين جي پاڻ تربيت ۽ پرورش ڪندا آهن. جيئن حضرت اويس قرني رضي الله عنہ جي تربيت فرمايائون ۽ اهو نهايت بلند مقام ۽ عالي رتبو آهي. هر ماڻهو جي اُن رُتبي تائين رسائي ناممڪن آهي ۽ اها دولت هر شخص جي نصيب ۾ ناهي ايندي، اهو الله جو خاص فضل آهي جنهن کي چاهيندو آهي. ان کي عطا ڪندو آهي. (نفحات الانس.ص 148)

☆ اهڙن مخصوص ٻانهن کان ڪا سَهو وغيره ظاهر ٿيندي آهي تہ اهي باري تعاليٰ طرفان جلد هوشيار ۽ سُجاڳ ڪيا ويندا آهن. جيئن پير سائين روضي وارا قدس سره فرمائن ٿا: "حضرت مخدوم نوح سرور عليہ الرحمة جڏهن جذب، جوش ۽ بيقراري جي حالت ۾ رات ڏينهن سجاڳ رهي گهمندو ڦرندو رهندو هو. تڏهن سندس دل ۾ وهم پيدا ٿيو تہ الائي

ڇو آئون سجاڳ ۽ بيقرار پيو رهان؟ هڪ ڏينهن مُراقبي ۾ ويٺو هو تہ متس ننڊ غلبو ڪيو ۽ خواب ۾ ڏٺائين تہ غيب جو هٽ سندس ڪَنڌ ۾ آهي ۽ غيب کان آواز آيس تہ منهنجو هَٿ تنهنجي ڪنڌ ۾ آهي، مون توکي سجاڳ ڪيو آهي، تون پاڻ سجاڳ نہ ٿيو آهين....!!

اگر از جانب معشوق نباشد کشش،

کوشش عاشق بیچاره بجائي نہ رسد.

(جيڪڏهن معشوق جي طرف کان ڪشش نہ هوندي، تہ عاشق ويچاري جي ڪوشش ڪيس جاءِ تي پهچائي نہ سگهندي.)

(مجمع الفيوضات، ص 27، ج 2)

## امام اعظم ۽ ابو يوسف جو اختلاف

☆ حضرت محبوب ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي تہ: "اختلاف امتي رحمة." يعني: منهنجي امت جو (ڪن مسئلن ۾) اختلاف رحمت آهي. (الجامع الصغير حديث 288)

☆ حضرت امام ابو يوسف، يعقوب بن ابراهيم الڪوفي متوفي 182هـ، حضرت امام اعظم، ابو حنيفہ نعمان بن ثابت تابعي متوفي 150هـ جن جو شاگرد رشيد آهي، پر فقہ جي ڪتابن ۾ اهڙا ڪافي مثال موجود آهن، جن ۾ بنهي امامن جو دليلن جي لحاظ کان هڪ ٻئي سان اختلاف رحمت رهيو آهي. هتي هن رسالي ۾ جنهن اختلاف جو ذڪر آهي، اهو آهي "خلق قرآن جو مسئلو." امام اعظم ابو حنيفہ رضي الله عنہ جي فتويٰ آهي تہ، "قرآن الله جو ڪلام آهي ۽ الله جي ڪلام کي مخلوق چوڻ ڪُفر آهي." پر امام ابو يوسف کي ڪجهہ وقت ان مسئلي ۾ ساڻن اختلاف رهيو، پر پوءِ امام ابو يوسف بہ امام اعظم جي قرآن ۽ سُنت تي ٻَڌل دليلن کي سمجهڻ کانپوءِ، ان ڳالهہ جو قائل ٿيو تہ، "قرآن الله جو ڪلام آهي ۽ مخلوق ناهي!"

☆ علامہ ابوبڪر احمد بن حُسين بيهقي متوفي 458ھ لکي ٿو: "قال ابو يوسف: كلمت ابا حنيفة رحمه الله تعالىٰ سنة جرداءِ في ان القرآن مخلوق ام لا؟ فاتفق رايه و رايي علـي ان من قال القران مخلوق فهو كافر." يعني: امام ابو يوسف فرمايو تہ. آئون امام ابو حنيفہ سان هن مسئلي تي بحث ڪندو رهيس تہ بيشڪ قرآن مخلوق آهي يا نہ؟ پوءِ سندن راءِ ۽ منهنجي راءِ جو هن ڳالهہ تي اتفاق ٿيو تہ. بيشڪ جنهن چيو تہ قرآن مخلوق آهي، پوءِ اهو ڪافر آهي."(ڪتاب الاسماءِ والصفات. ص 388، ج پهريون)

☆ علامہ علي قاري متوفي 1014ھ لکي ٿو: "وقال فخرالاسلام: قدصح عن ابي يوسف انه قال: ناظرتُ ابي حنيفة في مسئلة خلق القرآن فاتفق رايي ورايه علي ان من قال بخلق القرآن فهو كافر.(شرح الفقہ الاڪبر. ص 26) ڄاڻڻ گهرجي تہ. اهلسنت و جماعت جو عقيدو آهي تہ. قرآن پاڪ الله تعالىٰ جو ڪلام آهي ۽ الله جي ڪلام کي مخلوق چوڻ يا سمجهڻ ڪُفر آهي. حقيقت ۾ حضور پاڪ ﷺ ۽ خلفاءِ راشدين رضي الله عنهم جي پلاري ۽ "قرون خير" واري زماني کانپوءِ. عباسين جي دور ۾. بادشاهي درٻارن مان اهو فتنو ظاهر ٿيو ۽ وقت جي امامن ۽ جيد عالمن انهيءَ فتني خلاف پنهنجو آواز اٿاريو.

"قرآن کي مخلوق سمجهڻ وارو" اهو موقف خليفي ابو عباس سفاح. خليفي ابو جعفر منصور. خليفي مهدي. موسيٰ هادي. خليفي هارون الرشيد. محمد امين. مامون رشيد ۽ معتصم باالله جي دورن ۾ ڪڏهن گهٽ تہ ڪڏهن وڌيڪ. بهرحال موجود رهيو ۽ معتزلن ان مسئلي کي اسلامي عقيدن ۾ داخل ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪئي.

☆ علامہ سيوطي متوفي 911ھ "تاريخ الخلفاءِ" ۾ لکي ٿو تہ. "مامون رشيد متوفي 218ھ جي دور ۾ جيڪي ٻہ وڏا فتنا زور ۽ شور سان اُٿيا. انهن مان هڪڙو هيو سيدنا ابوبڪر صديق جي "افضل البشر بعد الانبياءِ" جو انڪار ۽ ٻيو هيو قرآن پاڪ کي مخلوق سمجهڻ وارو مؤقف. ان ٿي

دور ۾ حضرت امام احمد بن حنبل متوفي 241هه اهائي فتويٰ ڏني، جيڪا ڪانئن اڳ حضرت امام اعظم ابو حنيفه رضي الله عنه جي ڏنل هئي ته، "جنهن به الله جي ڪلام (قرآن پاڪ) کي مخلوق چيو، اهو ڪافر آهي." امام احمد بن حنبل کي ان مسئلي تي ڪوڙا هنيا ويا، سخت اذيتون ڏنيون ويون ۽ پاڻ اناويهه مهينا جيل ۾ به رهيا، پر وڏي استقامت سان پنهنجي موقف تي قائم رهيا ۽ قرآن پاڪ جي غير مخلوق هئڻ جو اعلان ڪندا رهيا. (البدايه والنهايه، ص 347، ج 7)

## افعال خارقه

علم ڪلام جي صاحبن "افعال خارقه" يعني عام عادت جي خلاف واقع ٿيندڙ ڪمن جا ڇهه قسم بيان ڪيا آهن: ارهاص، معجزه، ڪرامت، معونت، استدراج ۽ اهانت!

☆ارهاص: نبوت جي دعويٰ کان اڳ، الله جي نبيءَ کان جيڪو عادت جي خلاف فعل واقع ٿئي، يا ان نبيءَ جي ظهور کان اڳ، ساڻس نسبت رکندڙ ڪو واقعو يا نشاني رُونما ٿئي ته ان کي "ارهاص" چئبو آهي.

علامه جرجاني لکي ٿو: مايظهر من الخوارق عن النبي ﷺ قبل ظهوره کاالنور الذي کان في جبين آباءِ نبينا ﷺ. يعني: نبيءَ جي ظهور کان اڳ جيڪي عادت خلاف ڪم ٿين، انهن کي ارهاص چئبو آهي، جيئن اسان جي محبوب نبي ﷺ جي ابن ڏاڏن جي پيشانين ۾ نبي ڪريم ﷺ جو نُور هيو. (ڪتاب التعريفات، ص 17)

علامه عبدالرؤف مـناوي به اهڙي وضاحت ڪئي آهي. (التوقيف، ص51)

حضرت روضي ڏٽي قدس سره لکن ٿا: ارهاص: خوارق عادات که از نبيان پيش از نبوت ظاهر شود! (الجامع الجوامع، ص 66، جلد پهريون)

☆ معجزو: نبوت جي دعويٰ کانپوءِ، الله جي نبيءَ کان جيڪو خرق عادت فعل ظاهر ٿئي ته ان کي معجزو چئبو آهي. جيئن حضرت موسيٰ

جي عصا ۾ روشن هٿ يا حضرت عيسيٰ جو مُردن کي زنده ڪرڻ، ڪوڙهه جي مريضن کي تندرست ڪرڻ، مٽيءَ جي بُوتن کي ڦوڪ ڏيئي پکي ڪري اُڏارڻ يا اسان جي محبوب ڪريم ﷺ جو معراج تي وڃڻ، آڱرين مبارڪن مان پاڻي نڪرڻ، چنڊ کي چيرڻ يا وڻن، پٿرن ۽ جانورن جو ساڻن ڳالهائڻ ۽ درود ۽ سلام پيش ڪرڻ وغيره.

☆ڪرامت: جيڪڏهن ڪنهن صاحب ايمان، صالح ۽ پرهيزگار ٻانهي ۽ الله جي وليءَ کان، خرق عادت فعل واقع ٿئي ته ان کي "ڪرامت" چئبو آهي! جيئن حضرت آصف بن برخيا جو هڪ پَل ۾ سوين ميلن تان بلقيس جو تخت کڻي اچڻ يا جيئن امت محمديه عليٰ صاحبها الصلواة والسلام جي ولين جون بيشمار ڪرامتون آهن ۽ "الله جي ولين جون ڪرامتون برحق آهن."(شرح عقائد نسفيه، ص 62،)

☆معونت: جيڪڏهن ڪنهن عام مسلمان ٻانهي هٿان اوچتو ڪو اهڙو واقعو ظاهر ٿي پوي ته ان کي "معونت" چئبو آهي.(اشعة اللمعات،ص 562،ج 4)

☆ استدراج: جيڪڏهن ڪنهن ڪافر، بي دين، گمراهه، فاسق ۽ حقيقت جي واٽ کان ٿڙيل شخص هٿان ڪو عادت خلاف فعل واقع ٿئي ته ان کي "استدراج" چئبو آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ته "سنستدرجهم من حيث لايعلمون" (قلم:44) يعني: اسان انهن (ڪافرن) کي درجي بدرجي، آهستي آهستي (تباهي يا جهنم) ڏانهن وٺي وينداسون، اهڙي طرح جو انهن کي خبر ئي ڪانه پوندي.

گهڻو ڪري انسان جڏهن ڪُفر، فسق، گناهه يا غلطي ڪندو آهي ته ان کي ڪنهن تڪليف ۾ وڌو ويندو آهي، جنهن سان ان جون اکيون کُلي وينديون آهن. پر ڪن بدڪارن سان عجيب نموني معاملو ڪيو ويندو آهي. هُو ڪيترا به ڪُفر ڪن، ڏوهه ڪن، سرڪشي ۽ گناهه ڪن، ڏينهون ڏينهن انهن جي عزت ۽ شهرت ۾ اضافو ئي پيو ٿيندو آهي ۽ اهڙا بدنصيب انهيءَ غلط فهميءَ ۾ هوندا آهن ته هُو جو ڪجهه ڪن پيا،

اهو عين صحيح ۽ ثواب آهي. ايستائين جو موت جو فرشتو انهن جي سر تي اچي بيهندو آهي. ڏوهارين ۽ بدڪارن سان ان قسم جي سلوڪ ۽ طريقي کي قرآن پاڪ "استدراج" چيو آهي. اهڙي طرح سورت اعراف جي آيت 182 ۾ بہ ذڪر آهي! حضرت عقبہ بن عامر کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو: "اذا رايت الله تعاليٰ يعطي العبد مايحب وهو مقيم عليٰ معصية فانما ذالک منه استدراج." يعني: جڏهن تون ڏسين تہ الله تعاليٰ عطا پيو ڪري ڪنهن شخص کي اهو ڪجهہ، جيڪو هو پسند ٿو ڪري، جڏهن تہ اهو گناهن ۾ ڦاتل آهي، تہ پوءِ اها عطا (ڪو ڪمال نہ پر) استدراج آهي. (جامع الصغير حديث 629)

حضرت سري سقطي متوفي 251ھ فرمائي ٿو: من علامة الاستدراج العمي عن عيوب النفس." يعني: نفس جي عيبن کان انڌو ٿي وڃڻ، اها استدراج جي نشاني آهي. (طبقات الصوفيہ، ص 54)

علامہ عبدالرحمان جامي لکي ٿو: خرق عادت جو ظهور اهڙي شخص جي هٿان ٿئي، جيڪو بارگاهہ الاهي مان مردود آهي، يعني فاسق ۽ فاجر آهي، تہ ان کي "استدراج" چون ٿا. (نفحات الانس، ص 149)

علامہ علي قاري متوفي 1014ھ لکي ٿو: نبين جي لاءِ معجزا ۽ ولين لاءِ ڪرامتون برحق آهن. باقي الله جي دشمنن هٿان جيڪي واقعا ظهور ۾ اچن. جيئن ابليس ۽ فرعون کان يا حديثن موجب جيڪي دجال کان ظاهر ٿيندا، انهن کي اسان معجزا ۽ ڪرامتون هرگز نٿا چئي سگهون. بلڪ اسان انهن کي انهن لاءِ حاجت جي قضا ٿي چئي سگهون ٿا. اهو ان ڪري جو الله پنهنجي دشمنن ۽ حق جي راهہ تان ٿڙيلن کي درجي بدرجي مهلت ڏيندو رهندو آهي ۽ اهي پنهنجي سرڪشي، گمراهي، گناهن، مڪر، دوکي ۽ نگي ۾ آهستي آهستي ڦاسندا ويندا آهن. (شرح الفقہ الاڪبر، ص 27)

☆اهانت: جيڪڏهن ڪنهن ڪافر ۽ نبوت جي ڪوڙي مُدعي کان خرق عادت فصل ظاهر ٿئي تہ ان کي "اهانت" چئبو آهي.

## اجتهاد

"اجتهاد" جي لفظي معنيٰ آهي "ڪوشش ڪرڻ." ۽ اصطلاح ۾ اها ڪوشش. جيڪا فقهي مسئلن ڪي حل ڪرڻ ۽ ڪو شرعي حڪم تلاش ڪرڻ لاءِ ذاتي راءِ سان ڪئي وڃي. يعني جڏهن ڪنهن مسئلي جو حل قرآن ۽ سنت مان نہ ملي تہ اسلامي حڪمن ۽ صراط مستقيم جي پيش نظر قياس ڪرڻ ۽ غالب گمان قائم ڪرڻ جو نالو اجتهاد آهي.
ان بابت ابو دائود ۽ ترمذي شريف ۾ هيءَ حديث آيل آهي:
☆ جڏهن حضرت رسول الله ﷺ جن حضرت معاذ بن جبل کي يمن جو قاضي بڻائي روانو پئي فرمايو. تڏهن پاڻ ڪانئس سوال ڪيائون تہ: "اي معاذ! جڏهن تو وٽ ڪو مسئلو/ فيصلو اچي تہ ان کي ڪيئن حل ڪندين؟" عرض ڪيائين تہ: "الله جي ڪتاب (يعني قرآن پاڪ) ذريعي." پاڻ ڪريمن ٻيهر فرمايو تہ: "جيڪڏهن ان مسئلي بابت قرآن پاڪ مان ان جو حل نہ ملي تہ پوءِ؟" عرض ڪيائين تہ: "پوءِ رسول الله ﷺ جي سنت مطابق فيصلو ڪندس." پاڻ ٽيهر سوال ڪيائون تہ. "جيڪڏهن سُنت مان بہ ان جو حل معلوم نہ ٿئي تہ پوءِ؟" عرض ڪيائين تہ: "پوءِ پنهنجي راءِ سان اجتهاد ڪندس ۽ ان ۾ ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪندس." حضور جن اها ڳالهہ ٻڌي (خوشيءَ مان) پنهنجو هٿ مبارڪ حضرت معاذ جي سيني تي هڻندي فرمايو: سڀئي تعريفون ان رب ڪريم لاءِ. جنهن الله جي رسول جي هن ڀانهي (معاذ) کي رسول الله جي مرضي مطابق هلڻ جي توفيق بخشي!
اهڙي طرح حديث شريف ۾ اهو بہ آهي تہ. جيڪڏهن ڪو قاضي يا مجتهد پنهنجي اجتهاد سان ڪو فيصلو ڪندو آهي تہ ان لاءِ بہ اجر آهن: هڪ صحيح هجڻ جو ۽ ٻيو اجتهاد جو. جيڪڏهن ان (اجتهادي فيصلي) ۾ غلطي ڪئي تہ بہ ان لاءِ هڪ ثواب آهي.

شرعي اجتهاد ۾ خطا جي معافي آهي، پر هر ماڻهو اجتهاد نٿو ڪري سگهي. اهو فقط مجتهدن جو منصب آهي ۽ اجتهاد جا ڪيئي ضروري اصول، قانون ۽ قاعدا آهن.

## سيبويه

"علم نحو" جي أبي "سيبويه" جو نالو عـَمرو بن عثمان ۽ ڪنيت ابو بشر آهي. سندس ولادت "شيراز" ويجهو بيضاءِ ۾ ٿي. علم حاصل ڪرڻ لاءِ "بصره" ۽ "بغداد" ۾ آيو. "الڪتاب" نالي سان علم نحو تي ڪتاب لِکيائين، جنهن جو پوءِ ابن سراج، مبرمان، سيرافي ۽ رماني جهڙن عالمن شرح ڪيو. (البدايہ والنهايہ، ص 176، ج 10 / المنجد في الاعلام، ص 318)

☆ علامہ ابن خلڪان متوفي 681ھ لکي ٿو: ابو بشر عـَمرو بن عثمان بن قنبر، بنو حارث بن ڪعب جو ٻانهو هو. "سيبويه" نحو جو علم، خليل بن احمد، عيسيٰ بن عمر ۽ يونس بن حبيب کان پڙهيو ۽ لـُغت جو علم ابي الخطاب المعروف اخفش اڪبر کان حاصل ڪيائين. "ڪان اعلم المتقدمين والمتاخرين بالنحو." (تمام مقدمين ۽ متاخرين ۾ علم نحو جو سڀ کان وڏو ڄاڻو هو.)

☆ "سيبويه" اهو فارسي لقب آهي. (سيب + وَيه) جنهن جي معنيٰ آهي "رائحة التفاح" يعني "صـُوف جي خوشبوءِ." (وفيات الاعيان، ص 220، ج 2) ابراهيم حَربي چيو آهي تہ: "هـن جا ٻئي ڳِٽا صـُوفن جهڙا ۽ خوبصورت هئا. ان ڪري "سيبويه" جي نالي سان مشهور ٿيو. (سيراعلام النبلاءِ، ص 352، ج 8)

سيبويه جي وفات شيراز ويجهو بيضاءِ ۾ 180ھ ۾ ٿي، پر ابن قانع جي بقول تہ سندس وفات بصره ۾ 161ھ ۾ ٿي.

حافظ ابوالفرج ابن جوزي متوفي 597ھ جي بقول: سندس وفات 194ھ ۾ ٿي. سندس عمر 32 سال هئي ۽ وفات "ساوه" شهر ۾ ٿي. خطيب

بغدادي جي بقول: ابن دريد کان روايت آهي تہ، "سيبويہ" جي وفات "شيراز" ۾ ٿي ئي ۽ سندس مزار بہ اتي ئي آهي.(وفيات الاعيان، ص 220،ج 2)

علامہ ابن اثير جزري متوفي 630ھ پنهنجي تاريخ ۾ سيبويہ جي وفات 194ھ واري باب ۾ ڄاڻائي آهي. (الكامل في التاريخ، ص 370،ج 5)

علامہ شمس الدين محمد بن احمد بن عثمان ذهبي متوفي 748ھ جي بقول تہ سندس وفات 180ھ ۾ ٿي ۽ اها وڌيڪ صحيح آهي.(سير اعلام النبلاء، ص 352، ج 8)



# Bibliography


1. آداب الطالبين، شيخ محمد گجراتي، پروگريسو بُكس لاهور 1984ع
2. آداب المُريدين، شيخ ابو نجيب سهروردي / مائل هَروي، مطبوعہ تهران 1363ع
3. الابريز، سيدي احمد بن مبارك سجلماسي، بيروت 1998ع
4. الادب في الدين، امام محمد غزالي، مطبوعہ بيروت
5. الادب المفرد، امام محمد بن اسماعيل بخاري، بيروت 2001ع
6. ارشاد الساري، شهاب الدين احمد بن محمد قسطلاني، دار احياء التراث العربي بيروت۔
7. اسرار التوحيد، خواجہ ابوالخيرابو سعيد، مطبوعہ تهران
8. اشعۃ اللمعات، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، مطبوعہ كوئٹہ
9. انوار القدسيہ، امام عبدالوهاب شعراني، مطبوعہ بيروت
10. البدايہ والنهايہ، ابن كثير دمشقي، دار الفكر بيروت 1978ع
11. تاج العروس، سيد محمد مرتضىٰ زبيدي، دارالهدايہ 1996ع
12. تفسير ابو سعود، قاضي ابوسعود عمادي حنفي، دارالكتب العلميہ بيروت 1999ع
13. تفسير روح البيان، شيخ اسماعيل حقي، مكتبہ السلاميہ مصر 1926ع
14. تفسير طبري، ابن جرير طبري، دارالفكر بيروت 1984ع
15. تفسير قُرطبي، علامہ محمد بن احمد قرطبي، مطبوعہ بيروت 2005ع
16. تفسير مجاهد، امام ابوالحجاج مجاهدين جبر مخزومي بيروت 2005ع

17. التوقيف، علامہ عبدالروف مناوي، دارالفکر بیروت

18. تهذیب اللغتہ، ابومنصور محمد بن احمد ازهري، مطبوعہ قاهره

19. تهذیب مدارج السالکین، علامہ ابن قیم الجوزیہ، مکتبہ مامون جده

20. الجامع الجوامع، حضرت سید محمد راشد روزي دھنی (نسخہ قلمي جامعہ راشدیہ)

21. الجامع الصغیر، علامہ جلال الدین سیوطي، مطبوعہ بیروت 2002ع

22. حدائق الحقائق، ابو عبدالله رازي، بیروت 2002ع

23. حلیتہ الاولیاء، ابونعیم اصفهاني، مطبوعہ مکہ مکرمہ 2002ع

24. خاتمہ آداب المُریدین، خواجہ گیسو دراز، مطبوعہ لاهور 2000ع

25. خزائن العرفان، سید نعیم الدین مراد آبادي / مفتي محمد رحیم سکندري، ضیاء القران لاهور

26. دائرة معارف القران العشرین، محمد فرید وجدي، دارالفکر بیروت 1979ع

27. ذیل کشف الظنون، اسماعیل پاشا البابانی، مطبوعہ بیروت

28. الرسالتہ القشیریہ، امام ابوالقاسم قشیري، بیروت 2001ع

29. سبل الهديٰ والرشاد، امام محمد یوسف شامي، دارالکتب العلمیہ بیروت

30. سرالاسرار، شیخ عبدالقادر جیلاني، زاویہ لاهور 2001ع

31. سیر اعلام النبلا، امام شمس الدین ذهبي، موسستہ الرسالہ 1990ع

32. شرح اصطلاحات تصوف، ڈاکٹر سید صادق گوهروین، مطبوعہ تهران

33. شرح بخاري ابن بطال، ابوالحسن علي بن خلف، مطبوعہ ریاض 2000ع

34. شرح الطیبي، شرف الدین حسین بن محمد طیبي، مطبوعہ کراچي 1413ھ

35. شرح عقائد نسفیہ، مطبوعہ قدیمي کتب خانہ کراچي

36. الصحاح، سماعیل بن حماد الجوهري، بیروت 1979ع

37. صحيح البخاري، امام محمد بن اسماعيل بخاري، قديمي كتب خانہ 1375ھ
38. صفوة الصفوة، ابوالفرج ابن جوزي، دارلمعرفت بيروت 1985ع
39. طبقات الصوفيہ، امام ابوعبدالرحمان سلمي، مڪتبہ اثريہ سانگلہ
40. طريق الارشاد، شاھ فقير الله علوي، مطبوعہ قنڌار افغانستان.
41. عربي سنڌي لغت، غلام حسين جلباڻي، سنڌي ادبي بورڊ.
42. عمدة القاري بدرالدين محمود بن احمد، دارلفڪر بيروت
43. عوارف المعارف، شيخ شهاب الدين سهروردي، فريد بوڪ ڊپو 2001
44. غنية الطالبين، شيخ عبدالقادر جيلاني / شمس بريلوي، فريد بوڪ ڊپو دهلي
45. غياث اللغات، مولوي محمد غياث الدين، مطبوعہ ڪوئيٽہ
46. فتح الباري، ابن حجر عسقلاني، مطبوعہ بيروت 1985ع
47. فتوحات مڪيہ، شيخ محي الدين ابن عربي، دار صادر بيروت
48. فرهنگ آصفيہ، سيد احمد دهلوي، مڪتبہ حسن سهيل لاهور 1974ع
49. قُوت القلوب، شيخ ابوطالب مڪي، بيروت 1997ع
50. الڪامل في التاريخ، ابن اثير جزري، بيروت 1998ع
51. ڪتاب التعريفات، علامہ شريف جرجاني، دارالمنار بيروت
52. ڪشف الظنون، حاجي خليفہ مصطفيٰ عبدالله، مطبوعہ بيروت
53. ڪشف المحجوب، علي بن عثمان هجويري / عطامحمد حامي، سنڌي ادبي بورڊ 2005ع
54. لسان العرب، علامہ ابن منظور، مطبوعہ بيروت 1996ع
55. لغت نامہ دهخدا، علي اڪبر دهخدا، مطبوعہ تهران ايران 1328ع
56. لواقع الانوار، امام عبدالوهاب شعراني، مطبوعہ بيروت

57. مبد آو معاد، امام رباني سرهندي، اداره مجدديہ كراچي 1984 ع

58. مثنوي معنوي، جلال الدين رومي/ قوام الدين خرم شاهي، تهران 1378ھ

59. مجموعہ رسائل غزالي، امام محمد غزالي، مطبوعہ بيروت

60. مجمع الفيوضات، خليفہ محمود نظاماڻي جلد پهريون، سڪندريہ پبليڪيشنز 2000 ع

61. مجمع الفيوضات، خليفہ محمود نظاماڻي جلد ٻيون، سڪندريہ پبليڪيشنز 2001 ع

62. مردان صوفي، ڊاڪٽر جواد نور بخش، مطبوعہ تهران

63. مرصاد العباد، شيخ نجمہ الدين رازي، مطبوعہ تهران 1384ھ

64. مصباح اللغات (اردو) دارالاشاعت ڪراچي

65. مصباح الهدايت، شيخ محمود ڪاشاني، مطبوعہ تهران

66. مڪتوبات امام رباني ( فارسي) امام رباني فاروقي، مڪتبہ لقدس ڪوئٽہ

67. مڪتوبات امام رباني (اردو) ضياء القران لاهور 2000 ع

68. مڪتوبات صدي ـ شرف الدين منيري، مطبوعہ حيدرآباد 1968 ع

69. ملفوظات احرار، خواجہ عبيدالله احرار/ عارف نو شاهي، مطبوعہ تهران

70. المنجد، لويس معلوف، دارالاشاعت ڪراچي

71. نزهت المجالس، علامہ صفوري/ تابش قصوري، بشير برادرس 1998 ع

72. نصيحتہ المُريد، علامہ جَمل، مطبوعہ بيروت 2005 ع

73. نفحات الانس، علامہ عبدالرحمان جامي ، پرو گريسو بڪس لاهور 1998 ع

74. النهايہ، علامہ ابن اثيرجزري، مڪتبہ اسلاميہ رياض

75. وفيات الاعيان، علامہ ابن خلڪان، مطبوعہ بيروت


***

At the end of book the explanation of necessary terms is also given.

**H-M Yousif Sikandari**

*Vill: Tebhri Bhambhra*
*P-O Chhor Cantt-umer kot*

# PREFACE

The total number of books written by Hazrat Pir Saeen Syed Muhammad Rashid (Rozi Dhani) is four. 1st one is *Jama-ul-Jawamee* which is written in persian and deals with highly elevated persian Lexicon. 2nd one is *Maktoobat* (Letters) which deals with *shariat* and *Tasawuf.* 3rd one is *Sharah Asma-ul-Husna* which deals with the names of almighty himself. 4rth one is *Adab-ul-Mureedin,* this is now in your hands. This book deals with the selections from two books of Imam Rabbani Sheikh Ahmed Sarhandi(971-1034 A.H) named *Maktoobat* and *Mabda-o- Ma'ad.*

This book is based on necessary relations between *Mureed* and *Murshid* which is composed as basics in *Tareeqat* and *Tasawuf.*

The Sufi Sheikhs have written many books explaining the rules of *sufi* companionship e.g Muhammad bin Ali Tirmizi Composed a work entitled *Adab-ul-Mureedin* Abu Najeeb *Suharwardi's Adab-ul-Mureedin* other exhaustive treatises on this subject have been written by Imam Rabbani named as *Adab-ul-Mureedin* and so on.

The book *Adab-ul-Mureedin* which i am dealing here was reversioned from its origional persian manuscript by *Qazi Fatah Rasool Nizamani* of Tando *Qaisar Nizamani* in 1390 A.H.

On the whole this book is with you with its origional persian version and its sindhi translation.

# ADAB-UL-MUREEDIN

*Written by:*

HAZRAT PIR SAEEN
**Syed Muhammad Rashid (Rozi Dhani)**
(1171-1234 A.H)

*Translated into Sindhi, with Introduction & Explanatory Notes*
*By:*
Hafiz Faqeer
**Muhammad Yousif**
Bhambhro Sikandari

**SIKANDARIA PUBLICATIONS**
Dargah Shareef
Pir Jo goth
2007/1428

# نئين خوبصورت ڪتاب



شمس العارفين حضرت پير سائين سيد محمد بقا شاهه "پَٽ ڌڻي" قدس سره جن جي حالات ۽ ملفوظات تي مبني اهم ڪتاب "صرا الطالبين" منظر عام تي اچي چُڪو آهي.





شمس الهند والسند حضرت پير سائين سيد شاهه مردان شاهه اول "ڪوٽ ڌڻي" جن جا جماعت جي اصلاح ۽ هدايت لاءِ هڪ صديءَ اڳ ڇپرايل پنج اهم ڪتاب نئين ترتيب ۾ "تحفته المُرشدين" نالي سان ٻيهر شايع ٿي چُڪا آهن.





شهيد حق و صداقت. حضرت پير سائين سيد سورهيه بادشاهه شهيد جن جي "رتنا گري جيل" ۾ لکيل مشهور ڪتاب جو "سورهيه چيو سچ" جي نالي سان اختصار ٻيو ڀيرو شايع ٿي چُڪو آهي.

